# كارونجهر تي باهڙي

(شيخ اياز جي ٽر بابت شاعريءَ تي مضمون ۽ نون لفظن جي معنيٰ)

نوراحمد جنجهي

سنڌيا پبليڪيشنس

شڪارپور، حيدرآباد، ڪراچي

2016ع

ڊجيٽل ايڊيشن:

2020ع

سنڌ سلامت ڪتاب گهر

# ڪارونجهر تي باهڙي

[ شيخ اياز جي ٿر بابت شاعريءَ تي مضمون ۽ نون لفظن جي معنيٰ]

ليکڪ : نور احمد جنجهي
ڇاپو پهريون: مارچ 2016ع
ڇپائيندڙ: عقيل عباس سومرو، سنڌيا پبليڪيشنس
ڊجيٽل ايڊيشن: 2020ع
سنڌ سلامت ڪتاب گهر
books.sindhsalamat.com

قيمت: 200 رپيا

**KAROONJHAR TE BAAHRI**

[Shaikh Ayaz's poetry about Thar: Articles & Glossary of new words]

Author: **Noor Ahmed Janjhi**
First Edition: 2016
Printed at : Amjad Printers Karachi

Price: Rs. -200/-

هيءُ ڪتاب ڊجيٽل ايڊيشن جي صورت ۾ محمد سليمان وساڻ، سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام ڪراچيءَ پاران پڌرو ڪيو .

**ڪارونجهر تي باهڙي، هوءَ ڪنهن ڏُڪائي؟**
**آڏيءَ جو آئي، جنهن مان چاڻ چِراٽ جيئن!**
**(اياز)**

## سنڌ سلامت پاران :

سنڌ سلامت ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن سلسلي جو نئون ڪتاب ”ڪارونجهر تي باھڙي“ اوهان اڳيان پيش آهي. هي ڪتاب شيخ اياز جي ٿر بابت شاعريءَ تي لکيل مضمونن ۾ نون لفظن جي معنيٰ بابت آهي جيڪو نامياري ليکڪ **نور احمد جنجهي** جو لکيل آهي.

نور احمد لفظ لفظ کي احساس جو جذبو ڏئي حساسيت جي حسين پوشاڪ ۾ اياز جي شاهڪار بيتن کي سلوٽي سادي سمجهاڻي جي رنگين چادر اوڍائي ڇڏي ٿو تہ اهي املھہ ٻول روح جي گهراين کي ڇُهن ٿا. سندس ڪتاب ”ڪارونجهر تي باھڙي“ جي لکڻين ۾ شيخ اياز جي بيتن کي پڙهندي لڳو ٿي جڻ اياز جو جنم بہ ٿر جي انهن مهاياتِرا پٿن ۾ ٿئي ٿيو هجي، هن جڏهن ٿر جي وارياسي ريگستانن تي قدم رکيا سا صحرا بہ اجان اُجايل پڪي وانگي سرگردان هوندي تنهن جي اُج اجهائڻ لاءِ بہ هي ليک ڪارائتا ثابت ٿيندا .

هي ڪتاب 2016ع ۾ سنڌيا پبليڪيشن پاران ڇپايو ويو. ٿورائتا آهيون سائين نور احمد جنجهي صاحب جا جنهن ڪتاب جي ڪمپوز ڪاپي موڪلي ۽ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ اپلوڊ ڪرڻ جي اجازت ڏني.

**محمد سليمان وساڻ**
مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )
سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام
sulemanwassan@gmail.com
www.sindhsalamat.com
books.sindhsalamat.com

## فھرست

# شيخ اياز - حياتي خاڪو

| | |
|---|---|
| جنم: | 2مارچ 1923ع مطابق12رجب المرجب 1341ھ جمعي جو ڏينهن |
| ماڳ: | شڪارپور |
| چنيءَ جو نالو: | مبارڪ علي |
| والد جو نالو: | شيخ غلام حسين |
| تعليم: | پرائمري ـ هندو سنڌي ميونسپل اسڪول نمبر 3۽ ورنيڪيلر اسڪول 2 شڪارپور |
| | سيڪنڊري ـ نيو اير اهاءِ اسڪول ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور |
| | هائر سيڪنڊري ـ چيلاسنگهه ۽ سيتلداس ڪاليج شڪارپور |
| | بي اي ـ ڏيارام ڄيٺمل ڪاليج ڪراچي |
| | ايل ايل بي ـ سنڌ مسلم لا ڪاليج ڪراچي |
| ملازمت: | ڪراچي سيڪريٽريٽ ۾ |
| وڪالت: | 1950ع کان عبدالحئي قريشي، خالد اسحاق ۽ عبدالقادر شيخ سان گڏ ڪراچيءَ ۾ ۽ پوءِ سکر ۾ اڪيلي سر وڪالت جي شروعات |
| | وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو 13جنوري 1976ع کان22جنوري 1980ع تائين |
| پهرين ادارت: | ماهوار اڳتي قدم سال 1947ع |
| | ايڊيٽر روزاني برسات ڪراچي 24فيبروري 1994 کان زندگيءَ جي آخري پل تائين |
| گهرو زندگي: | ٻه شاديون |

1. پهري گهرواري زرينہ مان اولاد ٻہ پٽ (انيس ۽ سليم) ٽي نياڻيون (ياسمين، روحي ۽ نگهت)

2. ٻي گهرواري اقبال بيگم مان ٻہ پٽ (مونس ۽ سرمد) ۽ هڪ نياڻي وينگس

سياست ۾ ڀهرو: بزم صوفياء سنڌ، متحده محاذ ۽ عوامي ليگ

جيل ياترا: 1965ع ۾ 3 مهينا، ٻيو ڀيرو 1968ع کان ساهيوال جيل ياترا ايوبي آمريت جي آخر تائين ٽيون ڀيرو 5 مئي 1971ع کان ڊسمبر 1971ع تائين

لکڻ جي شروعات: سلسيوار سُدرشن جنوري فيبروري 1938ع ۾ پهرين شايع ٿيل نثري تحرير "سهڻي سير ۾" ڪهاڻي، ماهوار سنڌو ميان جو ڳوٺ شڪارپور سيپٽمبر 1942ع

شاعري: سنڌي ۽ اردوءَ ۾

ٻين ٻولين ۾ ترجما: انگريزي، هندي،اردو، ڪڇي، پنجابي ۽ سرائڪيءَ ۾

بندش پيل ڪتاب: ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، پونرپري آڪاس ۽ ڪلهي پاتم ڪينرو

ادبي اعزاز:

1. ماهوارسنڌو پاران اپريل مئي 1947ع جي شهيد نمبر شماري ۾ لکيل "شهادت جو گيت" تي پهريون ادبي انعام

2. آل پاڪستان رائٽرس گلڊ پاران اردو شاعريءَ تي "هم قلم ايوارڊ"

3. سال 1963ع ۾ پونر پري آڪاس تي پاڪستان رائٽرس گلڊ پاران روڪ انعام

4. پاڪستان حڪومت پاران اعليٰ سول اعزاز " هلالِ امتياز"

وفات: 28 ڊسمبر 1997ع

آخري آرامگاه: پٽ شاه، ڪراڙ ڍنڍ جي ڪپ تي

***

# شيخ اياز جا ڪتاب

**سنڌي:**

1. سفيد وحشي (ڪهاڻيون)
2. اسان جي سنڌ (ڪهاڻيون)
3. پنهل کان پوءِ (ڪهاڻيون)
4. اڪ جون ڦلڙيون،ڀيج ڀني (شاعري)
5. جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي (خط)
6. بقول اياز (تقريرون)
7. ڪلهي پاتم ڪينرو (شاعري)
8. ڪي جو ٻيجل ٻوليو (شاعري)
9. وڄون وسڻ آئيون (شاعري
10. ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري)
11. لڙيو سج لڪن ۾ (شاعري)
12. پتڻ ٿو پور ڪري (شاعري)
13. ٽڪرا ٽٽل صليب جا (شاعري)
14. پن ڇڻ پُڄاڻان (شاعري)
15. جڳ مڙيوئي سپنو (آتم ڪٿا)
16. واٽون ڦلن ڇانئيون (شاعري)
17. چنڊ چنبيليءَ ول (شاعري)
18. رڻ تي رم جهم (شاعري)
19. ساهيوال جيل جي ڊائري (جيل ڊائري)
20. ڀڳت سنگهه کي ڦاهي (شاعري.. منظوم ناٽڪ)
21. خط، انٽرويوءِ تقريرون
22. راج گهاٽ تي چنڊ (شاعري)
23. ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي (شاعري)
24. اڪن نيرا ڦليا (شاعري)
25. ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون (نثر)
26. جهڙنيڻان نه لهي (شاعري)

27. اُپرچنڊ پس پري (شاعري)
28. هينئڙوڏاڙهونءَ گل جيئن (شاعري)
29. خط،انٽرويو ۽ تقريرون ڀاڱو 2
30. ڪتين ڪر موڙياجڏهن (شاعري)
31. ڪتين ڪر موڙياجڏهن (شاعري)
32. ننڊوليون (شاعري)
33. سرلوهيڙاڳپيا (شاعري)
34. سورج مکي سانجهه (شاعري)
35. ڇوليون ٻوليون سمنڊ جون (شاعري)
36. هرڻ اکي ڪيڏانهن (شاعري)
37. جرڏيئا جهمڪن (شاعري)
38. ڪٿي نه پيچبو ٿڪ مسافر (آتم ڪٿا)
39. تون ڇپر تون ڇانو (دُعائون)
40. چنڊ ڳليون (شاعري)
41. گهات مٿان گنگهور گهٽا ۾ (شاعري)
42. ڪٿي ته پيچبو ٿڪ مسافر (آتم ڪٿا)
43. سانجهي سمنڊ سپون (شاعري)
44. ڪتين ڪر موڙيا جڏهن (شاعري)
45. اُتي اور الله سان (دُعائون)
46. ڪونجون ڪرڪن روه تي (شاعري)
47. ڪاري رات ڪهنگ (شاعري)
48. مينهن ڪٽيون (شاعري)
49. جي تند برابر توريان (ڪهاڻيون)
50. ڪٿي نه پيچبو ٿڪ مسافر 3 (آتم ڪٿا)
51. ڪٿي به پيچبو ٿڪ مسافر 4 (آتم ڪٿا)

**اردو**

52. نيل کنٹھ اور نيم کي پتي (شاعري)
53. بوئي گل و نالہ دل (شاعري)
54. رسالہ شاہ عبداللطيف ڀٽائي (منظوم اردو ترجمہ)

# خيام جي سرمستيءَ جهڙو شخص .........!!

شيخ اياز سنڌ جو اُهو فڪري سالار آهي جنهن جي رڳ رڳ ۾ سنڌ ۽ عشق هو ۽ هُن پنهي سان اهڙو نڀايو جو صدين تائين عشق جو عروج هن کي ڀَڪ وجهڻ لاءِ آتو رهندو. تيئن ئي هُن سنڌ جي صحرائن کي پوڄيو پوءِ اُها مٽي چو نہ سندس ئي شهر جي هجي يا ٿر جي ورياسي پٽن جي . هُن سِر جهڪائي نِمي سلام ڪيو ۽ پنهنجي ذات وسيلي ان عشق ۽ محبت کي اُچاريو. هن ڪارونجهر جي ڪور جي فطرتي حسن کي ڏسي هن ريت چٽي ڏنو:

ڪارونجهر تي باهڙي، هوءَ جا ڪنهن دُکائي
آڏيءَ جو آئي، جنهن مان چاڻ چراٽ جيئن

جتي اياز کي پٽائي، شيڪسپيئر، خيام جون سِٽون سُجهي ايندڙيون هيون، تن سِٽن کي نواڻ ڏيڻ ۽ ساڳئي تسلسل لاءِ، خالق ڪُل، انهي واريا سي پٽن ۾ هڪ اهڙي شخص کي جنم ڏنو جنهن جو ساهہ پساهہ اُنهن پٽن، ريگستانن، ساوڪن، ڏونگرن،ٻولين، سُرن، مطلب تہ هر شيءِ ۾ سمايل آهي . ان حساس طبيعت واري شخص کي سڀئي نوراحمد جنجهيءَ جي نالي سان سُڃاڻن ٿا.

سائين نور احمد ان مهان ڪوي شاعر شيخ اياز جي بيتن ۽ احساسن کي ڪائنات جي وسيع ڪينواس ۾ هڪ خدا جي مصوري ڏسي، سمجهائڻ جي ڪوشش طور مضمونن جي شڪل ڏيڻ لاءِ آتو ٿي پوي ٿو. هي اسان جو سائين نور احمد جنجهي خيام جي سرمستي، شمس تبريز جي حيرت، روميءَ جي رقص، حافظ جي ترنم جهڙو شخص آهي جنهن لاءِ مونکي ايئن محسوس ٿيندو آ تہ ڄڻ اياز هي شعر کيسِ ارپيو هجي .

پرارتي ڪا پڪار آهي، مگر اڳيان تک تارآهي
ڪٿي اسان جي اُڪارآهي، ايازڪيڏانهن ناو نيندي

هي يار هرڻ ۽ هماءَ پکي وانگي بنا ڪنهن لوڀ، لالچ جي مٽيءَ سان سيس سمائڻ لاءِ سرگردان آهي، جنهن لاءِ محترم گُل محمد عمراڻي چيو تہ ”نور احمد جڏهن بہ، جيڪي بہ، ڪجهہ لکي ٿو تڏهن هن جو قلم نوائي سروش جو ڪم ڪري ٿو“

سائين نور احمد جنجهي جي انهي قلمداني ۽ علمداني کي نروارڪرڻ ۾ سندس والدين جي اعليٰ تربيت جو اهم ڪردارآهي. سندس والد غلام محمد جنجهي جيڪو خود هڪ وڏي يونيورسٽي جيان هو، تنهن جو سايو سائين تي سلامت آهي جيڪو هُن کي اهڙي تخيل جي اُڏام ڏيارڻ تي مجبور ڪري ٿو . جڏهن اياز جي ظاهري جسم پويان لڪيل حساسيت جي لباس ۾ ڪارونجهر جون ڪڪريون اياز اياز ڪري پُڪارَ ڪن ٿيون تڏهن هُن جي روح واري راهہ ۾ هي سِٽ پڙاڏو بنجي گونجي ٿي .

اڪن نيرا ڦليا مٿان مينهن وسن
سارو ڏينهن گسن، ڪارونجهر سان ڪڪريون

اُنهي ڪارونجهر جي ڪڪرين اياز جي تخليقي سگهہ جي سونهن ۽ ساڀيا کي امرتا بخشي هوندي جنهن امرتا کي اڳتي ڪٽي هلڻ لاءِ وري ڪڏهن هن جَي صدين جي صدا مٽيءَ ۾ ساٽيهہ واسين لاءِ هيئن بہ زبان تي تري اچي ٿي،

جي تو اجان نہ ڄاتو آ ڪير ديس واسي
تنهنجو جنم اجايو تنهنجي مٽي اٽاسي

انهي مٽيءَ جي سُرهاڻ کان واسجي پنهنجي ديس جي دانهن کي روح ۾ رَلي، پنهنجي جنم جنم جي جوڳ کي فرض سمجهي سائين نور احمد لفظ لفظ کي احساس جو جذبو ڏئي حساسيت جي حسين پوشاڪ ۾ اياز جي

شاهڪار بيتن کي سلوڻي سادي سمجهاڻي جي رنگين چادر اوڍائي ڇڏي ٿو تہ اهي املھہ ٻول روح جي گھراين کي ڇُهن ٿا. سندس ڪتاب ”ڪارونجهر تي باهڙي“ جي لکڻين ۾ شيخ اياز جي بيتن کي پڙهندي لڳو ٿي ڄڻ اياز جو جنم بہ ٿر جي انهن مهاياترِا پڻن ۾ ٿئي ٿيو هجي، هن جڏهن ٿر جي وارياسي ريگستانن تي قدم رکيا سا صحرا بہ اجان اُجايل پکي وانگي سرگردان هوندي تنهن جي اُڃ اجهائڻ لاءِ بہ هي ليک ڪارائتا ثابت ٿيندا .

سنڌ جي اُنهي سپوت کي هر ماڻهو هر شهر هر ڳوٺ هر اُها ذات جنهن جي تن من ۾ قدرت واري اُهو حسين روح رکيو آ انهن لاءِ هو ”مرشد اياز“ آهي جن جي دماغ مان بہ دل تي ڳالهائي دل مان بہ دلربائي ٿي چئي شاهہ کان پوءِ سنڌ ۾ ايڪ اياز تنهنجون وايون رهنديون . انهن واين جي ورلاپ کي سائين نوراحمد بہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. روح جو هي ريلو.....**ڪارونجهر تي باهڙي** .........اميد تہ باذوق پڙهندڙن کي پسند ايندو ۽ ميچتا ماڻيندو. اسان جي دعا آهي تہ سائين جو قلم عِلم جو عَلم بنجي، ٿربر، جهر جهنگ جهولندو رهي... آمين

## مير منصور مگريو

شڪارپور هائوس

آر بي بي ڪالوني، ڄامشورو سنڌ

پنھنجي پاران

# جاڳَ بہ تنھنجي جيءَ سان.....

ڀٽائي سنڌ جو فڪري امام آھي. ان جي سموري خيال ۾ معنيٰ جا موتيءَ ڪٺا آھن جن کي چونڊبيندي, ڪافي وقت گذري ويو آھي پر سندس خيال جو ڳجھہ اجا بہ ڳُجھہ ئي آھي. سندس خيال جي اظھار جو طريقو تہ انتھائي اثرائتو آھي پر سندس خيال جي ڀھڳٽائپ جا انيڪ تھہ آھن. ھر تھہ کي پنھنجي معنيٰ آھي. ھرمعنيٰ کي پنھنجو منڊ آھي. انھي منڊ جو جيترو بہ جنھن کي ونڊ ملي ٿو اھو پنھنجي دل جي ڳالھہ اوتوروئي اثرائتي نموني ڳرھي ٿو.ڀٽائي جي اھڙي اوت اوتان جي جوت جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي فڪري ميدان ۾ جيڪا ٻي وڏي اُتل نظراچي ٿي اھو شيخ مبارڪ علي اياز آھي جنھن جي نامڪار شيخ اياز جي نالي سان پرکنديبن پڌري آھي. شيخ اياز سنڌ جي انھي فڪري ورثي کي اچي مالامال ڪيو جنھن جي عمارت جو بنياد ڀٽائي ۽ ٻين ڪلاسيڪي شاعرن ڪيو. موجوده دور جي ذھن کي جيترو شيخ اياز متاثرڪيو آھي اوتروشايد ئي ڪنھن ڪيو ھوندو. شيخ اياز تمام گھڻوپڙھيل اھڙو سيبتو شاعر ھو جنھن پنھنجي شاعري توڙي نثر وسيلي سنڌ کي تمام گھڻي علم سان مالامال ڪيو ۽ سنڌجي فڪري اظھار ۾ ھڪڙي جدت آندي جنھن لکين ذھنن جي سوچ کي متاثرڪيو.انھي سوچ سنڌ جي فڪري اظھارکي نئين سُجاڻپ ڏني. شيخ اياز جي سُجاڻپ ھڪ وڏي شاعرجي حيثيت سان ٿي پر سندس نثر بہ اوتروئي پُراثر آھي جيترو سندس شاعري من کي موھي ٿي. شيخ اياز جي تخليقي اظھارم جتي سندس سراڻ چڙھيل ذات جي بيناھ آھي اتي سندس وسيع مطالعوءِ عام ماڻھوءَ جي زندگيءَ جي عڪس جو عمل دخل بہ آھي تہ ھمعصرحالتن ....قومي ۽ بين الاقوامي....... جي جھلڪ بہ نظراچي

ٿي.سندس گهري نظر، وسيع مشاهدي ۽ مطالعي ڪيس خيال جي اظهارجي ايتري وسعت ڏني جنهن سنڌ کي خصوصن ۽ ننڍي کند کي عمومن کي متاثرڪيو. ڏات جي اهڙي ڏهہ رس ڏيا سندس تخليق کي ماڻڪ موتي لال بنائي ڇڏيو جنهن جي اثرمان انيڪ ماڻهوپياليون پي پُرٿيا.مطالعي جي وسعت جي کهڙي ڳالهہ ڪجي. شيخ اياز دنيا جهان جي ادب ۾ غواصي ڏُبي هڻي جيڪي موتي آڇيا انهن جون مالهائون سنڌجي فڪري مورت جون ڳچيءَ جون ڳانيون آهن. سندس همعصرن سندس تخليق جي اظهارجي ڪنهن نہ ڪنهن رڱ روپ کي پنهنجو ڪيو.اهڙي طرح دنياجي علم ۽ فڪرجو سنڌجي علم ۽ فڪر سان ميل ميلاپ ٿيوجنهن سنڌي ادب توڙي علمدانيءَ کي مالامال ڪيو. مصروف هجڻ ۽ نرالي طبيعت هجڻ باوجود شيخ اياز عوامي زندگي جي نت نرالن روپن جو مشاهدو ڪيوڇاڪاڻ تہ هوسکرجو مصروف ترين وڪيل هو.وٽس منجهيل مقدما ايندا هئا جن مقدمن مان بہ هن کي عام جي زندگيءَ جو مشاهدو ٿيندو هو. انهي کانسواءِ شيخ اياز جيڪي سيرسفر ڪيا انهن بہ سندس ڏات جي ڏيول کي مالامال ڪيو. اهڙن سفرن ۾ سندس ٿرجو مشاهدو سيني کان مٿاهون نظر اچي ٿو جنهن جو اظهار هن پنهنجي لکتن ۾ جا بہ جا ڪيو آهي.ٿر جي فطري حسناڪي ۽ ٿري ماڻهوءَ جي زندگيءَ سندس ڏات تي ايترو گهرو اثرڇڏيو جو هن سُر مارئي بہ لکيو تہ لونڊاروٽ همرچو ٻُڌي نئون همرچو بہ لکيو. پنهنجي آتم ڪٿا ۾ ٿرجو جنهن اُڪنڊ ۽ اُڪيرسان ذڪرڪيو آهي تنهن کي جن پڙهيوهوندو سي ئي محسوس ڪري سگهن ٿا. ٿر سيمينار لاءِ اُماڻيل پنهنجي پيغام ۾ بہ هن جيئن ٿربابت اظهاريو آهي ان مان سندس ٿر۾ پيهي وڃڻ محسوس ڪري سگهجي ٿوتہ هو ڪيئن ٿر جي سماج کي ڏسي ٿو ۽ ان جي ڏکن ڏولائن ڏورڪرڻ سان گڏوگڏ ٿري سماج جي جمالياتي جهتن جو جامع جائزو کهڙو نہ

خوبصورت نمونې پيش ڪري ٿو. ان ڪان به وڌ ته هو پنهنجي مشاهدي ۽ مطالعي جي آڌار تي ”اڪن نيرا ڦُليا“ جهڙو ڪتاب لکي ٿو جنهن ۾ ٿَرُ، فطرت جي ڪنهن اهڙي ولهارجوويءَ نظر اچي ٿو جنهن جو هرروپ سراپا جمال آهي. هن ڪتاب جوڳاتڪي ترجمو منهنجي پياري، پياري شواڻي ڪيو آهي. ٿرجي جوهرِ حسن کي ايئن روپاڙو ڪري پيش ڪرڻ شيخ اياز جي ذات جوئي ڪمال آهي. شيخ اياز جي مڏ ماتي شاعريءَ کي سنڌ جي اڪثرڳائڻن ڳاتو آهي پر صادق فقيرجنهن من موهنتا سان محفلن ۾ ڳائيندو هو ته سنڌ جا هزارين نوجوان جهومي اُٿندا هئا ۽ پنهنجي ان روشن مستقبل ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا هئا جنهن جو خواب شيخ اياز ڏٺو هو....

ڳاڙها ڳيرو سنڌ جا، تون ئي منهنجو خواب
تون ئي آن جواب، صدين جي سوال جو

صدين جي سوال جو جواب ڳولڻ ۾ شيخ اياز جي شاعري صادق فقيرجي سُريليءَ صدا ۾ نوجوانن کي موهت ڪيو ۽ صادق فقير نوجوانن ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو.سڄي سنڌ هند جا ماڻهو کيس چاه سان ٻڌن ٿا جن ۾ نوجوانن جو تعداد سرس آهي. شيخ اياز جي شاعري توڙي نثر جي ٿرسان اهڙي سڀنڌ کي محسوس ڪندي، شيخ اياز تي لکڻ ۽ ڳالهائڻ جو خيال پئداٿيو ڇاڪاڻ ته شيخ اياز کي ننڍڙي عمرکان ئي اسان پڙهڻ شروع ڪيو هو. سندس پابندي پيل ڪتاب به لڪائي سڪائي هٿ ڪري ايندا هئاسين ۽ هٿ سان اتاري پڙهندا هئاسين ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ڳوٺن ۾ ڦوٽوڪاپي اتاري جي سهوليت نه ان وقت هوندي هئي نه هينئر آهي. پر هن وقت شهري آبادين ۾ اهي سهوليتون ميسر آهن. شيخ ايازجي ٿر سان انهي نسبت کي ڏسندي، خيال ٿيو ته سندس ذات جي انهي ڏيک تي لکجي. ايئن هي چند ڳالهيون شيخ اياز جي ٿرسان نسبت واري پاسي متعلق لکيون اٿم جن ۾ سندس شاعري جو ذڪربه آهي ته سندس شعري

مجموعي ”اکن نيراڦُليا“ ۾ ڪم آيل لفظن جي معنيٰ بہ پيش ڪئي اٿم.ھي پيارجي پورھئي جي ھڪڙي معمولي پيشڪش آھي جيڪا پڙھندڙن کي پسند ايندي ۽ ھي ”رنڊاروڙ“پڙھي سنڌي ادب جا عالم ۽ ڏاھا ھن موضوع بابت وڌيڪ لکي، ادب جي دنيا کي مالامال ڪندا. ھن پورھئي کي توھان تائين پھچائڻ ۾ منھنجي پيارن ميرمنصورمگڙئي ۽ ڊاڪٽرپرديپ گوسوامي جون محنتون شامل آھن جن جي ھمت افزائي جي ڪري اسان جي سُستيءَ کي مھميز مليو ۽ مواد ڪتابي شڪل اختيار ڪئي . سافٽ صورت جو روپ ۽ پوش ناھڻ ۾ نعيم ديسوالي منھنجي مددڪئي ۽ ڪمپيوٽرتي لکڻ ۾ منھنجي پياري پٽ منظوراحمد بہ ھٿ ونڊايو. ٿورائتو آھيان سنڌيا پبليڪيشن جي روح روان ۽ سندم وڙائتي دوست محترم عقيل عباس سومري جو جنھن پيار جي ھن پورھئي کي ڪتابي روپ ۾ نرواريو.

**نوراحمد جنجھي**

جنجھي ھائوس

مٺي ٿرپارڪر، سنڌ

# ٿرپارڪر جو مختصر تعارف

ٿرپارڪر ضلعو سنڌ جي ڏکڻ اوڀر ۾ سرحدي ضلعو آهي جنهن جي اولهه ۾ بدين، ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ اوڀر ۾ هندستان ۽ اُتر ۾ عمرڪوٽ ۽ ميرپورخاص ضلعا آهن. هن ضلعي جي مختصر تاريخ ڪجهه هن ريت آهي ته هتي پرمارن، رانوڙن، سومرن، ٽالپرن وغيره قبيلن جي حڪومت رهي آهي. پرمارن هن علائقي کي آباد ڪيو تنهن کان پوءِ رانوڙن به هن علائقي تي راڄ ڪيو جنهن وقت وچ وارو سمورو علائقو نوڪوٽي مارواڙ هو . پرمار راڄ ۾ پارڪر به آباد هو ته گڏ امراڻ ۾ به وسندي هُئي. سومرن جي بادشاهي به عمرڪوٽ تي هُئي ته پارڪر تي اُنهن جو صوبو حڪومت ڪندو هو. جڏهن سومرا ڪمزور ٿيا ته سندن اقتدار ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪڙي گادي عمرڪوٽ حوالي ٿي ته مُکيه گادي وڳهه ڪوٽ ۾ قائم ٿي ۽ روپاه ماڙي حڪمرانن جي رهائش جو هنڌ بڻيو. وچ ۾ هڪ ننڍڙي حڪومت ڪيرٿي گڏ تي مڪواڻن جي به هُئي جنهن جو بادشاهه ڪيسر مڪواڻو سومرن سان نه نهندو هو ۽ پنهنجي پُٽ کي به وصيت ڪائين ته سومرن کان وير وٺجان. انهي سلسلي ۾ مشهور جنگ لڳي جنهن ۾ ڪيسر جي پُٽ کي شڪست آئي ۽ هو ڀڄي گجرات ويو. عمرڪوٽ جا سومرا حاڪم به نام ڪنا تي گذريا آهن تنهن کان پوءِ وري سوڍن جي واري اچي ٿي جن وري اچي سومرن کان اقتدار ورتو هو. سوڍن تي ڪلهوڙن به ڪاهون ڪيون پر اُهي ڪو ايترو گهڻو وقت پنهنجي اقتدار کي قائم رکي نه سگهيا. ڪي مُئا، ڪي ڀڳا ته ڪي قيد ٿيا اهڙي طرح ٿرپارڪر جي ڏاکڻي حصي ۾ سومرن جي طاقت غالب رهي ته اُتر ڀاڱي تي به. پر اترين ڀاڱي واري حڪومت وري سوڍن هٿ ڪئي. ٿر مغلن جيانتظام هيٺ به رهيو ته خلجي لشڪربه ڪاه ڪئي . ٽالپرن به ٿر کي پنهنجي اقتدار جي ڇٽيءَ هيٺ آندو ۽ 10 سال کن راڄ ڪيو پنهنجي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ ۽ ٽئڪس وصول ڪرڻ لاءِ ٿر ۾ گڏ تعمير ڪرايا جيڪي نئين ڪوٽ کا وني کُڏيءَ تائين هڪ سِڌي ليڪ ۾ ناهيا ويا ۽ ٿر پارڪر کي دفاعي طور ٻن اڌ گولن ۾ ورهائي، اُن جي انتظام کي هلايو

ويو. ٽالپرن کان انگريزن اقتدار ڦري ٿر ۽ پارڪر ضلعن تي پنهنجو سِڪو ڄمايو ۽ ضلعي جو هيڊڪواٽر ڪڇ جي شهر ڀُڄ ۾ رکيو ويو .صرف وسڪاري جي موسم ۾ مِٺيءَ ۾ ڪئمپ آفيس هوندي هئي، هيڊڪوارٽر جي پري هجڻ سببان مشڪلات ٿي ۽ هيڊڪوارٽر تبديل ڪري عمرڪوٽ رکيو ويو انتظامي ڪاموري کي "پوليٽڪل سُپرنٽينڊنٽ" جو نالو ڏنو ويو اهڙي طرح اڳتي هلي وري 1906 ۾ هيڊڪوارٽر ميرپورخاص رکيو ويو جيڪو آزاديءَ کان پوءِ بہ ساڳيو رهيو ٿر جي ماڻهن کي ميرپورخاص کان پري هجڻ کي نظر ۾ رکندي عوام جي اصرار تي 1990ع ۾ ٿرپارڪر کي الڳ ضلعو قائم ڪري هيڊڪوارٽر"مٺيءَ"۾ رکيو ويو جيڪو مٺي، ڏيپلو ڇاڇرو ۽ ننگرپارڪر تي مشتمل هو. وري بہ نوان تعلقا اسلام ڪوٽ ۽ ڏاهلي قائم ڪيا ويا اهڙي طرح 19836 چورس ڪ.م تي پکڙيل هيءَ ضلعو اٽڪل 13 لک آباديءَ کي سمائي، پاڪستان جي نقشي تي نمودار ۽ نروار آهي.

ٿرپارڪر جي ڌرتيءَ کي مٿاڇري جي لحاظ کان جيڪڏهن ڏنو وڃي تہ اُن کي هِن ريت ورهائي سگهجي ٿو.

- ٿر يا واريا سوءِ پِٽن وارو ڀاڱو
- پارڪر يا سنئون سنواٽو مٽيءَ هاٺو ميداني ڀاڱو
- رڻ يا رڃ جولوٽائين ڏيٽن وارو علائقو
- ڪارونجهر يا جابلو ڀاڱو

زمين جا اهي ڀاڱا پنهنجي هنج ۾ ڪيترن ئي وسيلن ۽ زرخيزين کي سمائي، سوين سالن کان ٿر جي ماڻهن، جيت جڻن، جانورن، پکي پکڻ ۽ نباتات جي عمدي رهائشگاهہ طور ڪم اچي رهيا آهن. انهن ڀاڱن ۾ وري جر جي پاڻي، سماجي حالتن يا ڪن ٻين شين کي نظر ۾ رکندي ٿر کي وڏيڪ طبعي ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي جيڪي هِن ريت آهن:

• ڳُس، • مهراڻو • ونگو • سامروٽي، • وٽ، • ڪنٺو • پارڪر، • ڪاٺڙ، • ڍٽ، • رِڻ.

ٿر ۽ سِنڌوءَ جي ڀيچ وارو علائقو جتي پاڙ ۾ گڏجن ٿا اُها هڪ ڊگهي پٽي آهي ۽ جتان کان سنڌ جي پراڻي وهڪري يا هاڪڙي جو گس آهي جيڪا اُن کي ٿر کان الڳ ڪري بيهاري ٿي، انهيءَ پٽيءَ کي ڳُس چوندا

آهن ڳس لفظ جي لفظي معنيٰ آهي ”دنگ جو ليڪو يا نشان“. تنهن ڪري هن ڪارونجهر جبل جي ڏکڻ طرف، سامروٽي واري هن ڳوٺ وارو پٽ جو اهو دنگ منيءَ پاٽيءَ جو ڳس آهي.اِن پاڳي ۾ رهندڙ ماڻهو تر ۾ رهندا آهن ۽ منجهن ٻنهي پاڳن جون خاصيتون موجود آهن ٻئراجي آبادي ٻه هن خطي ۾ ايندي رهندي آهي خاص ڪري جيئن ئي پٽون سايون ٿينديون آهن ته ٻئراجي ماڻهو ٻه مال ڪاهي اچي سانگي تي وهندا آهن.

”مهراڻو“ ٻن لفظن جو مجموعو آهي ”مُهر “ جي معنيٰ آهي ”اَڳُ“ ۽ ”آڻو“ معنيٰ ”ايندڙ“. تر جي ماڻهوءَ لا هِي پاڳو ٻئراجي خطي کان اڳ ۾ اچي ٿو تنهنڪري هن کي مهراڻو چوندا آهن. هتي ڳُشاديون ۽ پليون زرخيز زمينون آهن جن کي تليون سڏيو ويجي ٿو. هتي جر جو پاڻي اونهون ۽ کارو آهي.

”ونگو“ لفظ جي جي معنيٰ ”ورُ“ يا وراڪو آهي ۽ ونگ مينهن کي ڏُهڻ وقت هنيل نوجڻ کي ٻه چيو ويندو آهي ۽ اتي درياهه جي وَهڪ ونگ ڪيو ته اهو خطو ونگو سڏجڻ لڳو ۽ هي پاڳو چڱو خاصو آباد پاڳو رهيو آهي چاڪاڻ ته درياهه جي وهڪري سبب ”ونگو پتڻ“ هو ۽ اڳتي ٻيو پتڻ ”چار جو پتڻ“ هوندوهو. انگريز دور جي ليکڪن ٻهِاِن کي ”ونگا بزار“ لکيو آهي.

سامروٽي مِٺي شهر کان ڏکڻ ڏيپلي تعلقي جو حصو آهي جنهن جو سيمون ٻهترين ۽ تمام گهٽي وٽراهه آهي، پاڻي ٻه زمين کي ويجهو آهي جنهن ڪري مال ججهو ڏاريو ويجي ٿو. لڪ اوچا آهن جيڪي چڙهڻ ۾ ڏُکيا آهن پر هاڻي پڪن رستن ٺهڻ جي ڪري ڪجهه سهوليت ٿي پئي آهي نه ته پُرپري واريءَ وارن چاڙهيڪن تي چڙهڻ مشڪل هوندو هو.

وٽ جي معنيٰ ٻه ڪنارو آهي پر مُڙيل ڪنارو هِيءَ پٽي سامروٽي ۽ رڻ کي پاڻ مان ڏار ڪري ٿي يعني ڪاري پاٽيءَ جي دنگ کي وٽ سڏيو ويو آهي .هِن پٽيءَ ۾ پاڻي بلڪل زمين کي ويجهو آهي تنهنڪري وٽراهه ٻه تمام ججهي آهي هتان جا ماڻهو مالدار آهن ۽ پنهنجي رويي ۾ انتهائي سادا ۽ سباجها آهن.

لفظ ”ڪنٺي“ جي معنيٰ آهي نِڙي يا گلو هِيءَ ڇا جو ڪنٺو آهي تنهن جي خبر نه پئجي سگهي آهي. مِٺي کان اوپر وارو ۽ چاچري تعلقي جو اولهه ڏکڻ وارو علائقو ڪنٺو سڏيو ويندو آهي. ڪنٺي ۾ پاڻي اٽڪل 150 فوٽن

ڪان 200 فوٽن تائين آهي آبهوا معتدل آهي وڻ ٽڻ گهاٽا آهن ۽ ٻنيون سُٺيون آهن . هِي ٿر جو مرڪزي ڀاڱو آهي هِتان جا ماڻهو شاڪر ۽ صابر آهن.

ڪنني جي اوپر ۾ ڊِٽ آهي جنهن جي رهاڪن کي ڊاٽي چوندا آهن ڊِٽ ۾ ڇاڇري تعلقي جو ڪافي حصو اچي وڃي ٿو هِتي پاڻي اونهو آهي ۽ ماڻهو بہ محنتي ۽ اورچ آهن.

ڪاٺڙ جو علائقو ڇاڇري جي اُتر ۾ ۽ عمرڪوٽ جي اوپر اُتر ۾ آهي هِن علائقي ۾ زميني پاڻي تمام اونهو آهي جنهن ڪري هتي وڻ بہ گهٽ آهن تہ اوپڙ جو اڏيڙ بہ ٿيندو رهي ٿو. گرمين جي مُند ۾ جرجو پاڻي ڪِن ڪن هنڌن تي ختم ٿي وڃي ٿو. هِن علائقي جا ماڻهو انتهائي اُتساهڪ ۽ دنڌي داڙيءَ جا ڪوڏيا آهن. هندستان پاڪستان جي دنگ تي رهڻ جي ڪري منجهن دنگ وارن ماڻهو وارا گڻ بہ آهن.

پارڪر لفظ ٻن لفظن پار+ اُڪرڻ جو مجموعو آهي ڇاڪاڻ تہ هن ڀاڱي ۾ پاري نگر جهڙو عظيم بندرگاهہ رهيو آهي جتي پهرين صدي عيسويءَ تائين ٻيڙا هلندا هُئا ۽ جهاز راني ٿيندي هُئي ائين سنڌ جي ڪاري (نار) پار ڪرڻ لاءِ هِيءَ خطو ڪم ايندو هو تنهنڪري مٿس اهو نالو پيو. پارڪر جو علائقو سنئون سنواٽو مٿيهاٽو ميدان آهن جيڪو انتهائي زرخيز آهي منجهس باراني پوک ڪانسواءِ برساتي پاڻي، کوهن، ۽ ٽيوب ويل تي بہ پوکي ٿئي ٿي. پارڪر جو علائقو باقي ٿر کان بلڪل نيارو آهي ڇاڪاڻ تہ منجهس ڀٽون وغيره ناهن. پاڻي بہ ڪافي آهي خاص ڪري برساتي پاڻي ايترو گهڻو آهي جو هِن تي سڄو پارڪر آباد ٿي سگهي ٿو.

رڻ جو ڀاڱو جنهن کي برٽن رڻ ڪڇ جو نالو ڏنو هو جيتوڻيڪ اهو سنڌ جي نار هو ۽ سڪندر مقدونيءَ جو ٻيڙو ان ڪاريءَ تائين پهتو هو جتان واپس موٽائڻ لاءِ سنڌي ملاح ڪم آيا هُئا ڇو تہ يونانين کان پاڻيءَ جو آر مٿاهون هو. رڻ ۾ اندر ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون آهن . هي خطو جيوتي گهٽا گهٽي ۾ مالا مال آهي. چوپايو مال وغيره اُتي چرڻ بہ ويندو آهي. ظاهر ۾ نظر ايندڙ لوٽاني گرڻ ۾ ڪجهہ حصا انتهائي ڀلوڙ آهن جتي جيوت جي جوڳي رهائش آهي.

اهڙي طرح ٿرپارڪر جو هتي ڀڄڻ علائقو مختلف نالن وارن ڀاڱن سان سُڃاتو وڃي ٿو هتي ڪم ڪندڙ لاءِ ضروري آهي ته اُهي هِن ڀاڱي جي سموري ماڻداڻ ڪي سمجهن جيئن ڪم ڪار ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي.

***

# شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ ٿر جو ذڪر

سنڌ جي تهذيب پنهنجي وجود جي بقا لاءِ هڪ پاڻ هرتو سرشتو نروار ڪيو آهي جنهن ذريعي صدين کان وٺي ان جو وجود ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾، سيني اهنجن ايذائن، انقلابن، ڏکن ڏولائن باوجود، برقرار رکيو آهي.اهڙي پاڻ هرتي سرشتي جو هڪڙو مک روپ ۽ رخ ٻولي آهي جنهن وسيلي، نج پچ خمير جي مافي الضمير جو اظهار ٿيندو رهيو آهي .اهڙي اظهار جي جنهن رنگ جون پاڙون عام ۾ آهن تنهن کي دوام مليو آهي باقي ٻيو سڀ ڪي وقت جي وير جي رک جو ٻَڪُ بنجي تاريخ جي ڪٻاڙخاني جي تهن جي زينت بنجي چڪو آهي. ٻوليءَ جي سيني روپن ۾ شاعري اهڙو روپ آهي جنهن ٻوليءَ کي قائم دائم رکڻ ۾ تمام اهم ڪردار نڀاهيو آهي. هن وقت سنڌي ٻولي زبانن جي قطار ۾ جتي بيٺل آهي تنهن جي سانڊ ۽ سوڏ سنوار ۾ سنڌي شاعريءَ جو اهم حصو آهي. شاه لطيف، شاه ڪريم، شاه لطف الله قادري، قاضي قادن، خواجہ محمد زمان، سميت سمورن ڪلاسيڪي شاعرن کان وٺي جديد دور جي، شاعرن تائين هڪڙو اهڙو سلسلو آهي جنهن جي مالها جا سمورا موتي اڻ ميا ۽ املهہ آهن. جديد دور جي شاعرن ۾ شيخ اياز سنڌي شاعري توڙي نثر جو اهڙو آبائتو اهڃاڻ آهي جنهن جي اُهاءَ ۽ اوجيس تي سندس دور ۽ پونيرنسلن پنهنجي ذات کي سجهايو، سنواريو ۽ سينگاريو آهي. شيخ اياز جي شاعري توڙي نثر جنهن سطح جا آهن اهي جيڪڏهن انگريزيءَ ۾ هجن ها تہ نوبل انعام جي لائق آهن . شيخ اياز پنهنجي ذات ڪنهن انعام لاءِ نہ پر پنهنجي قوم جي سجاڳيءَ، شعور ۽ سُڌاري لاءِ ڪم آندي آهي . انهي مقصد ۾ هو ڪامياب پڻ ويو آهي. سندس شاعريءَ توڙي نثر ٻنهي جو اثرسنڌي ادب جي لفظ لفظ ۽ سٽ سٽ ۾ ڏسي سهجي ٿو.شيخ اياز جي دبنگ شخصيت سنڌي ادب تي اثرانداز ٿيندي، تمام گهري ڇاپ ڇڏي آهي. سندس تخليق موتي اڻ ميا آهن، جنهجي ڪٿ جو ڪاٿو تاريخ ڪندي رهندي، نسل در نسل ان مان اُتساه ملندو رهندو. هن پنهنجي شاعريءَ لاءِ لکيو آهي،

وجان ٿو وينجهار موتي ڏيئي اڻ ميا
صديون پيا سونجهبا جن جا ڍير هزار
ٻڏي سوچ ويچار پرکيندا مون پارکو

سوچ ويچار ۾ ٻُڏڻ کان پوءِ بہ شيخ اياز جي شاعريءَ جا ڪيئي پاسا اڻ ڇهيل رهجن ٿا. شيخ اياز پنهنجي وسيع مطالعي ۽ منفرد مشاهدي مان جيڪا مام پروڙي تنهنکي هن جيڪو بہ لفظن جو روپ ڏنو آهي تنهنجي اثرپذيريءَ کان ڪو پاڳل ئي انڪاري هوندو. هن لکين موضوع سنڌ کي متعارف ڪرايا جن هزارين نجوانن ۾ پڙهڻ جو جذبو پيدا ڪيو. ايئن علميت جي تند تنوار ۾ جيڪو بہ جمود آيو هو اهو اياز ٽوڙيو ۽ سنڌي ادب وري ڪر کڻي هلڻ جي لائق ٿيو. سندس شاعريءَ جي لهجي جي شدت، جمالياتي اظهار ۽ بين الاقوامي حوالن سندس شاعريءَ کي ڪلا جي ڪائناتي روپ تائين رسايو. سندس شاعريءَ ۾ جتي دنيا جهان جي موضوعن جو ذڪر آهي تہ ان ۾ ٿر جي نياري ۽ نرالي علائقي جو بہ تفصيلي احوال اوريل آهي. شيخ اياز پنهنجي نثر ۾ بہ ٿر جو پلوڙ انداز سان ذڪر ڪيو آهي تہ نظم ۾ تہ هن هڪ پورو مجموعو "اڪن نيراقليا" لکي ٿر جي ڏيک ۽ ڏيا جي حسن جو هوڪو ڏنو آهي. ٿر سندس خيال کي تمام گهڻو موهيو آهي جنهن جو هو معترف بہ آهي. پنهنجي آتم ڪٿا جي پهرئين ڀاڱي ۾ هو ٿر جي سفر جو ذڪر ڪندي ان کي سفر در سفر ڪيفيت سڏي ٿو. هڪ اهڙي ڪيفيت جيڪا ڪيس زمان ۽ مڪان جون سرحدون ٽپائي پرانهين پار اپار وٺي وڃي ٿي. هو اهڙي ڪيفيت مان جڏهن ٽُٻي ڏيئي مٿي اُڀري ٿو تہ ڪيس گوڙي ڌهرن جا ڪنڊر نظر اچن ٿا. حيدراباد کان مٺي تائين جي وات سوات کي هو "پٿائون رستو" سڏي ٿو. هو ٿر جي منظر ڪشي ڪندي آتم ڪٿا ۾ هن ريت اظهاري ٿو "ٿر خدا جي مصوري آهي. خدا جو عظيم ترين مصور آهي ۽ پوري ڪائنات هن جي ڪئنواس آهي. مون کي سارو ٿر تصوير وانگر نظر آيو جنهن مون تي ۽ منهنجي شاعريءِ تي اَمِٽ ڇاپ ڇڏي آهي." اهڙي ڀيهي وڃڻ واري ڪيفيت، ٿر سان سندس ذات کي اهڙي رشتي ۾ سلهاڙي ٻيهاريو جهڙو سڱ چڪور ۽ چنڊ ۾ آهي. ٿرجي ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر محترم عبدالقادر منگيءَ جڏهن 1992ع ۾ ٿر سيمينار ڪوٺايو تہ شيخ اياز ٿر سان محبت کي نباهيندي ان سيمنار لاءِ لکيل پيغام ۾ ٿر سان محبت جو هن ريت اظهار ڪيو

آهي، "منهنجي ٿر سان ايئن محبت رهي آهي جيئن نوبل انعام يافته شاعر ڪازان زاڪس جي ڪريٽ سان محبت هئي، توڙي هو يوناني هو ڪريٽ هن کي ايئن پوئين دم تائين اُتساهيندو رهيو جيئن مون کي ٿر جي ياد اُتساهيندي رهندي آهي. افسوس جي ڳالهه آهي ته چترال لاءِ ته هيلي ڪاپٽر جي سروس آهي، پر ٿر جي لاءِ نه آهي." سندس ٿر لاءِ جيڪو جمالياتي تصور هو ان ۾ ڪارونجهر جي ڪور تي وينل مورن جا ٽهوڪا به هيا ته گنگهور گهٽائن جي گرج به هئي . هن ساڳي پيغام ۾ اڳتي لکيو آهي، "جڏهن به گنگهور ايندي‌ون آهن، ته مون کي خيال ايندو آهي، ته ٿر ۾ مور نچندا هوندا.گهٽائون ۽ مور منهنجي شاعريءَ جي بهترين علامت آهن." انهي سيمينار جي مقالن جي سهيڙيل ڪتاب ۾ "اياز جي شاعريءَ ۾ ٿر جو پس منظر" پڻ ڏنو ويو آهي جيڪو شيخ اياز جي امر خيال جو آئينه دار آهي.

اڪن نيراقليا ۾ سيخ اياز ٿر جي فطري حسن، ٿر جي ڏُکن ڏوجهرن ۽ ٿر جي ڪلا ونت روپ جو ڀهڳڻ اظهارڪيو آهي جنهن ۾ ٿر جي ڪيترين ئي لڪل وٿن جو وستار سان ذڪر ٿيل آهي. فطرتي روپن جي اُپٽار ڪندي شيخ اياز ٿر جي نرم نظارن جو ذڪر ڪيو آهي . اتي جي فلوراءِ فائونا جو سڙ ڇيڙيو آهي. مروئي جي مهڪار به ڪيس موهت ڪري ٿي ته ڳاڳيءَ جا ڳاڙها ڳل ڏسي به هو هرکي پوي ٿو ۽ ڳاڳين کي پنهنجي شاعريءَ ۾ هڪ هنڌ "ڪارونجهر جون ڪامڻيون سڏي ٿو. مروئو جنهن کي ناز بو به چوندا آهن اهو سڳنڌ جي ڪري مشهور آهي ۽ ڳاڳي جنهن کي گانگهيٽي به چيو ويچي ٿو سا پنهنجي سون سروپي ڳاڳين جي ڪري مشهور آهي سندس سخت هڏ گڏ هيڪاري ٻين ٻوٽن کان ڪيس مٿاهون درجو ڏياري ٿو. جڏهن گانگهيٽا پچي راس ٿيندا آهن ته انهن ورن ڪن ڪنوارن ڳلن جو ڏيک ڏيندو آهي.

مروئي جي مهڪار، اجا اڱڻ سُپرين،
اچين جي پيهار، مهڪي ساڻ سُڳنڌ سان

ڪارونجهر تي مينهن جون اورڪون شاعر کي موهين ٿيون پر جوين ڏينهڙا تتر تيزاُڏار آهن جن جي وچڻ سان ماڻهوءَ جي موه جي نوعيت تبديل ٿي ويچي ٿي ۽ رس مان چس هليو ٿو ويچي. روهيڙي ڦُٽڻ جو ذڪر به شيخ اياز پره جي باک سان ڪري ٿو ۽ روهيڙي کي پنهنجي اڱڻ ۾ ڦٽندو ڏسي ٿو. هو تراين جو ذڪر ڪندي راڻاسر جي ڳالهه ڪري ٿو. راڻاسر جي نالي سان

ڪيتريون ئي ترايون ٿر ۾ آهن. راڻو نالو آهي ۽ لقب پڻ. سر برساتي پاڻيءَ جي قدرتي طور گڏ ٿيڻ واري هيناهين هنڌ کي چئبو آهي. انهن سرن جي سَٽي سانگ سان ٿر ۾ راجپوت دور ۾ ڳوٺ آباد ٿيا. راڻاسر جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪري ٿو

اج بہ منهنجي جندڙي، راڻاسر تي رات
ڪيڏا منهنجي ڏات، تارا، ٿر، تروڪڙيون

ٿر جي حسن ۽ اقدار پسنديءَ کي بہ اياز تمام گهڻو ساراهيو آهي. ان جي سدا ملوڪ نظارن جي واکاڻ ڪئي آهي. ٿرجي ريت جو هرڪڻو رتن آهي جنهن جي جوت ۽ جرڪاءَ جيئن جڳ کي موهيو آهي تيئن اياز بہ ان تي هرکي پوي ٿو ۽ هن ريت چوي ٿو

هوءَ ڍاڳي ۾ ڍيل جيئن، بيٺي آهي ڪير،
آئي آهي سوير، دلو ڪٽي چيلهہ تي

شيخ اياز پنهنجي شاعريءَ ۾ ٿر جي ڏکن ڏولائن ۽ اهنجن ايذائن جو بہ احوال اوريو آهي. ڏيهہ جا ڏُک ڏسي هو هنجهون هارڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ هرڪنهن هانو کي هيڻو سڏي ٿو. ڪيس ان ڳالهہ جو اونو آهي تہ ڪير بنا سَٽي سهاري جي ڪيئن ڪنن جيون ڪاٽي. انهي ڪيفيت جي شدت هن نموني سندس شاعريءُ ۾ نروار ٿئي ٿي،

آيل هاريان آنءَ، هنجهون ڪنهنجي هنج ۾
دکي سا رو ديس آ هي هرڪنهن هيڻو هانءُ
جنهن کي ڏ ڍ نہ ڏانءُ سا ڪيئن ڪاٽي ڏينهڙا

بک بدحالي جي ڪهاڻي بہ دنيا جي جڳاندر جهوني ڪهاڻي آهي. ٿر ۾ بہ انهي بک جو بي رحم راڪاس ڦيرا ڏيندو رهيو آهي. ڪڏهن ڏڪارن جي روپ ۾ ڪڏهن ڪنهن ڌارئي حملي آور حڪمران جي روپ ۾. اهڙي بُک ۽ بدحالي ڪيترين ئي معصوم جانين جو بَکُ وٺي ٿي چڏي. اهڙي مصيبت جي مار معصوم ٻارڙن ۽ اٻلا عورتن تي سرس ۽ سوائي پوي ٿي. اهڙي محسوسات کي اياز نامياري صوفي شاعر "باهوءَ" سان مخاطب ٿيندي هن ريت چوي ٿو.

باهو اڄ بي موت مرن ٿا، ڇو ماڻهو جا ٻچا هُو
آئون نہ ڄاڻان، ڪهڙا ڪوڙا ڪهڙا آهن سچا هُو
ٻاهر ماڻهو پٿر جهڙا، اندر ڪاوا ڪچا هُو
ڪنهن کي ڪوئي چين نہ آهي، ملڪ مڙيو ئي ڏچا هُو

اهڙي ٻڪ ماڻهوءَ کي ڏوهہ جي ڏيہ وٺي وڃي ٿي جتان موٽڻ ڏاڍو ڏکيو شڪل هوندو آهي. پوءِ ڏوهہ جي اها دنيا جڏهن وسيع ٿي وڃي ٿي تہ پنهنجو پاڻ کي اداري جي صورت ۾ ميڙائي وٺي ٿي. ماڻهو ان کي مثال بنائي ساڳي واٽ تي هلڻ جي ڪن ٿا. اهو عمل دنيا کي دوزخ بنائي ٿو ڇڏي. شيخ اياز چوي ٿو

ڪيڏا ڪيس ڪري ٿو باهو،ماڻهو ٻُک جي وِڳهي هُو
ڏِکھي رسي ڏيئي هن کي رب پيو ٿو پسي هُو

ٿر اهڙيءَ ٻڪ ۽ بدحاليءَ باوجود پنهنجي امن کي بچايو آهي.امن نهن لاءِ دنيا آتي آهي. هر هنڌ امن لاءِ ڪوششون ٿي رهيون آهن پر امن اڃا پرانهين پار جو ڪو سهانو سپنو لڳي ٿو.ڇاڪاڻ جو دنيا جي امن کي خراب ڪرڻ پويان انسان جي نہ ڪٽندڙ هٻچ آهي ۽ انهي هٻچ جو مقصد نفعي جي صورت ۾ مال ميڙڻ آهي جنهن جو ڏس سرمايہ واد جي ڪلچر جو “ڳُل” آهي جنهن جو هر جز هٻچ ۽ منافعي خوريءَ جي ماليخوليا ۾ سڀڪجهہ وساري ويهي ٿو. نتيجي ۾ قدرتي وسيلن ۽ انهن جي واهپي جي وچ ۾ جيڪو توازن آهي سو بگڙي پوي ٿو. جڏهن اهو توازن متاثر ٿئي ٿو تہ فطرت جو قوتون گردش ۾ اچي ٿيون وڃن ۽ ڌرتيءَ تي وڏيون وڏيون تبديليون اچڻ لڳن ٿيون جن جو ڀيڱو انسان کي ڀنواٽي ڏيئي ٿو ڇڏي ۽ هو پنهنجي ڪرتوتن ۽ ڪوين کي ترڪ ڪرڻ بجاءِ، ڪلائميٽ چينج ڳالهہ ڪرڻ لڳي ٿو ۽ ان ۾ بہ وري دنڏي جو پهلو ڳولي ٿو. اهو ناڪاري رويو انسان ذات کي نہ ڄاڻ ڪيڏانهن وٺي ويندو. شيخ اياز بہ جڏهن غريب ٻجيرياٽيءَ جا بيمار ٻار ڏسي ٿو تہ تڙپي پوي ٿو ۽ انهني درد ناڪ منظر کي لفظن جو هي ويس ڍڪائي ٿو

ساري رات سُڪالڙا ٻجيرياٽي ٻار
ڪيڏي پگهر لار، منجي آلا رلڪا

ڏکن ڏوجهرن جي ڳالهہ ڪرڻ سان گڏوگڏ، هو ٿر جي املهہ ٽئلنٽ کي بہ باريڪيءَ سان ڏسي ٿو جنهن جو مت دنيا ۾ ڪيس ڪٿي بہ نظر نٿو اچي. اهو ٽئلنٽ ۽ هنر ئي آهي جيڪو ٿر کي گل و گلزار بنائي سگهي ٿو.ٿر جي ماضي

جي پاري نگر واري دور جي خوشحالي جي موتائي سگهي ٿو جنهن جو ذڪر سڏيونت سارنگا جي ڪتا ۾ ٿيل آهي جڏهن ٿر جو سمورو ڏاڪٽيون پاڱو ساموندي ڪنارو هوندو هو جنهن ۾ ونگي جي وٽج پري بازار ڪان ويندي راهومڪيءَ بازار تائين پريون تريون بازارون هونديون هيون، جن جي ڏڪڻ اپرندئين ڇيڙي تي پاري ننگر جهڙو بندرگاه آباد هو جنهن جي ڪناري تي ناريل جا وڻ هوندا هئا. انهي بندرگاه جي محمد حسين پنهنور 400 ورهيہ عيسيٰ ڇم ڪان اڳ جو ڄاڻايو آهي. پارڪر ڪان مٿي اها پٽي ڪاري مٺي پاٽيءَ جو ميلاپ هوندي هئي . انهي پٽيءَ کي هن وقت "وٽ" سڏيو ويچي ٿو. هو مڪي پريت پريندڙن جي خوبصورت انداز ۾ ڳالهہ ڪرڻ سان گڏ سونارن جو تذڪرو بہ ڪري ٿو تہ رڱ ساز ماڻهن جي ڳالهہ بہ ڪيس متاثر ڪري ٿي. پرت پرڻ، سون جو ڪم، رڱڻ جو ڪم اهڙيون ڪرتون آهن جيڪي ٿر ۾ نہ رڳو سالن ڪان موجود آهن پر هن وقت بہ انهن جو واهپو ٿري سماج ۾ ججهو آهي.. جيسلمير جي ٺڪراڻين جي ڳالهہ بہ سندس شاعريءَ ۾ آهي تہ ڪاسٻي، پالوا، ويراواءِ جو بہ احوال آهي. اهي سيئي حوالا اياز جي شاعريءَ کي سُريلو بنائين ٿا ۽ ان جي سيلائي اجا بہ وڏي وڃي ٿي جڏهن ٿر جو امر راڳي مرحوم صادق فقير اياز جي راڳيءَ جي روپ ۾ سنڌ جي نوجوان دلين جي ڌڙڪڻ بنجي اُڀري ٿو يا وري ڪريم فقير جڏهن "توکي ڪهڙي ڪل، جيءَ اڃي نہ جهل، مونکان سنڌ نہ وسري" پنهنجي منفرد انداز ۾ ڳائي ٿو تہ صدين جي سُرون جا سيسرات نڪري ٿا وجن ۽ هر دل سنڌ لاءِ ڌڙڪڻ تي لڳي. شيخ اياز جي شاعري تي تہ ٿر جي حسن جو اثر آهي پر ٿر جي تخليقي ڪئنواس تي اياز جي شاعريءَ جو اثر بہ آهي. سندس شاعريءَ کي جڏهن پيارو شواٽي "ڍاٽڪي" ويس ڍڪائي ٿو تہ اها "ٻاٻيهو ٿو ٻولي" تي ٿر ۾ اجا بہ نت نئين روپ ۾ نسرڻ لڳي ٿي.

شيخ اياز ٿر جي امر ڪردار مارئي ءَ کي بہ نہ وساريو آهي. هو مارئي کي دلاسو ڏيندي، اميد پسنديءَ جو اظهار ڪري ٿو ۽ مارن جي ملڻ کي يقيني سمجهي ٿو

مانڌي ٿي نہ نيٺ ايندا مينهن ملير تي
وڄون ورنديون اوچتو لڳہ لهندا هيٺ
مارو ماکي ميٺ ملندا توسان مارئي

ٿر ۾ خوشحالي شيخ اياز جو بہ اهڙو خواب آهي جهڙو سيني ٿرين جو يا ٿر دوست ڏُرين جو. تنهنڪري ئي هن ٿر کي پنهنجي تصور جي دنيا ڪري چونڊيو آهي. ٿر جي نانگ بلا جي ڪڪجڻ واري مسئلي کان وٺي، ٽرانسپورٽ جي مسئلن تائين سيني مسئلن کي هن گهرائيءَ سان ڏٺو آهي ۽ پنهنجي شاعريءَ ۾ پلٽيو آهي، جنهن جي تفصيلي اڀياس لاءِ تحقيق جي ضرورت آهي، ڇاڪاڻ جو شيخ اياز جي شاعريءَ جو ميدان بہ وسيع آهي تہ ٿر جي وشال ڌرتي بہ پنهنجو پاڻ ۾ وڏي وسعت رکي ٿي. اها ئي ڳالهہ آهي جو ٿر، هر ماڻهوءَ کي، ٻنهي صورتن ۾..... بدحالي ۽ خوشحالي...... پاڻ ڏانهن ڇڪيندو رهيو آهي. اهائي ڪشش هئي جنہ اياز جي جمالياتي حس کي ڇيڙيو ۽ هو مٿس موهت ٿي پيو ۽ پنهنجي ئي لفظن ۾ هن ريت چئي ويٺو.

ساٿي مون دُنيا گهمي، چونڊيو آهي ٿر،
جڻ ڪنهن سُرڳ سمان، آ، واريءَ تي هي گهر،
سانجهي وير امر، آهي رتيءَ ريت تي

***

# مون ۾ آهي ملير، آهيان آءُ ملير ۾

”مارو پاڻ املهه ملير هونئن تي مرڪڻو “ جهڙيون سٽون سرجيندڙ سنڌي سماج جو ناڙي ويج سماجياتدان شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي خيال کي ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ مختلف ڪهاڻيون ۾ سُورما سورميون نمائندي طور اڳتي ڪندي، پيغام پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي انهي جاکوڙ ۾ شاه لطيف جو پنهنجو نرالو گهاڙيٽو آهي جنهن ۾ هُو انهي آکاڻيءَ جي ڳر کي ڪٽي پنهنجي مطلب واري تصور کي مهند ڪري ٿو ۽ آکاڻي جي ڊيگهه ۾ نٿو وڃي. ڪبير جي بقول ”ڇاڇ“ سنسار لاءِ ڇڏي مکڻ کائڻ وارو اهو اسٽائيل برک ڊنگ اثرائتو به آهي ته جٽادار پُڻ ـ شاه لطيف جي انهي واٽ تي هلندي سنڌي شاعرن به انهي ميدان ۾ پوکي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهڙين ڪوششن مان هڪڙي پلوڙ ڪوشش شيخ اياز پاران به ڪئي ويئي آهي. جنهن ۾ هُن شاه لطيف پاران کيڏيل ميدان تي شعرن وسيلي پنهنجي خيال جو ٻج هاريندي مارئي، سسئي، گهاتو، سهڻي جا سُر سرجيا جيڪي سندس ڪتاب ڪپر ٿو ڪُن ڪري ۾ پڙهي سگهجن ٿا. اهو ڪتاب برقي ڪتاب جي صورت ۾ انٽرنيٽ تي به موجود آهي پر اُن ۾ ڪجه غلطيون آهن ڇاڪاڻ ته ڪتاب نئين سِر ڪمپوز ڪري نيٽ تي چاڙهيل آهي جڏهن ته بهتر طريقو اهو آهي ته اصلي ڪتاب کي اسڪين ڪري پوءِ ڪجي سگهڻ جوڳي روپ PDF ۾ مٽائي رکيو وڃي ته ڪتاب جي اصلي صورت بنا ڪنهن ڦيرڦار جي موجود رهندي. اها للڪار سڀني ڪتابن کي آهي جن کي نئين سِر ڪمپوز ڪري رکيو وڃي ٿو اُن ۾ به خاص ڪري اهڙا ڪتاب جن جا ليکڪ دنيا ۾ موجود ناهن ـ ڀٽائي جي رسالي سان به ايئن ٿي ٿيو جيترا رسالا آهن اوترين پڙهٽيون آهن. خير اِهو الڳ موضوع آهي جنهن بابت ڪنهن ٻئي ڀيري ـ هِن وقت شيخ اياز جي سُرن بابت هلي پيئي ۽ شيخ اياز جي لکيل سُرن ۾ سُر مارئي به آهي جنهن کي پڙهڻ سان هُن سُر ۾ شاه لطيف جي شاعري، شيخ اياز پاران کيل ٿر جو اپياس ۽ عصري تڪليفون ليٽا پائيندا نظر اچن ٿا ـ شاهه لطيف جو سُر مارئي هِن تخليق جو بنياد آهي جڏهن ته شيخ اياز جي ذهن ۾ همعصر دور جي ڪننتا ۽ ڏولائو به آهي ته

روشڻ مستقبل جي اُميد پُڻ ۔ انهيءَ پيٽاپيٽيءَ ڪي شاعر پنهنجي ٿر جي اپياسي مُشاهدي مان قلم ٻوڙي جيڪي املهہ رتن آڇيا آهن تن جي اوک ڊوک ضروري آهي جيئن پڙهندڙن کي خاص طور ايندڙ وقت جي پڙهندڙن شاعري جي گوناگو نيت جو پتو پوي ۽ پنهنجي تهذيب تاريخ کي نہ رُڳو سمجهن پر پنهنجي اجتماعي وجود کي رسندڙ ناقابلِ تلافي نقصانن ۽ صدين جي صدمن جو علم بہ رکن ۽ پاڻ اُن کان پاڻ کي بچائين ۽ پنهنجي ايندڙ نسلن جي رهنمائي لاءِ ڪا لاٽ ٻاري وڃن ۔ شيخ اياز پاڻ انهي تخليقن بابت لکي ٿو تہ هن پيري مون سنڌ جي ڪهاڻين وارا سپيئي سُر لکيا آهن ۽ هر سُر ۾ ڪنهن خيال کي اُن جي توڙ تائين رسائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مون کان اڳ هر سنڌي شاعر وحدت الوجود جي فلسفي پيش ڪيو آهي پر مون هر سُر ۾ هڪ نئون خيال پيش ڪيو آهي ۽ اُن جو سلسلو قائم رکي اُن کي گُهربل نتيجي تي پهچايو آهي ۔ حالانڪ هر شاعر رڳو وحدت الوجود جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي ۔ ٻنائي اهڙي ذات ڏٺي آهي جنهن وحدت الوجود کانسواءِ پنهنجي بيتن ۽ واين ۾ زندگي جي سيني انڊلني رنگن جي ڏانگڙي جو عڪس پيش ڪيو آهي ۽ سُر مارئي تہ هُن علامتي طور جبر ۽ ڏاڍ ۽ هيٺائي جي قوتن جي وچ ۾ حق سچ ۽ ايمان جي لڙاي جو رزميو ڪري پيش ڪيو آهي ۔ ڪارا ڪراين ۾ اسان کي سون سوءُ جهڙي سٽ سرجهيندي يقينا ٻنائي جي نظر اقتصادي، بدحالي تي هُوندي جنهن ۾ صدين کان سماج جو وڏو طبقو پيڙهايو ويو آهي ۽ چند چالاڪ فرد پوءِ گهراڻا دنيا جي وسيلن کي پنهنجي حرفت جي حرامپائي ۽ چالاڪي وسيلي گوڏن هينيان ڏيئي پنهنجي ڪاتي ڪري باقي دنيا جي نڙيءَ تي ننهن ڏيئي ويهي ٿا رهن. اهو هر دور جو الميو رهندو آيو آهي. ٻنائيءَ جي سورمي مارئي کي ”سون“ سوءَ محسوس ٿئي ٿو يعني هوءَ زر کي سوگ سمجهي ٿي ۔ مارئي وٽ سون سينگار ناهي ۔ سندس ڪراين ۾ ڪارا چُوڙا وڏيڪ سونهن ٿا۔ شيخ اياز ٻنائي پاران مارئي ءَ کي ڳائڻ بابت هن راءِ جو آهي ”مان ٻانيان ٿو تہ ٻنائي مارئيءَ کي اهڙي امرتا بخشي آهي جهڙي هومر هيلن کي بخشي آهي“. هو انهيءَ اثر کان متاثر ٿي مارئيءَ جو سُر لکڻ چاهي ٿو ۽ سندس ڳوڙهو مشاهدو ۽ گهرو مطالعو کيس اهو سُر نرالي انداز ۾ لکڻ تي آيارين ٿا. هُو لکي ٿو ” مان سُر مارئيءَ لاءِ ڇا لکان؟ مان ٻانيان ٿو تہ جي مان وحدت الوجود جو روايتي تصور ڦيرائي سگهان تہ مان سُر مارئي ٻيهر لکڻ لاءِ وٿي پيدا ڪيان ۽ مارئيءَ کي سنڌ جي حُب الوطني جي مُڪمل

نشاني (Symbol) ڀڻائي ڇڏيان تہ منهنجو پورهيو سجايو ٿيندو“. اهڙي طرح اياز سُر مارئيءَ ۾ سنڌ سان وحدت الوجود جي ڪيفيت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن ٿر جي نامياري شاعر غلام محمد جنجهي وري مارئي ۽ ٿر کي وحدت الوجود جي سنهيءَ سئيءَ سان سبيو آهي. اِهي باريڪ ۽ نفيس رشتا ناتا اهڙو جوڙ آهن جو توڙ کي سمجهڻ لاءِ ”ابر جي اوصاف“ وانگر ٻيهر ڇاڇي ڇاڻڻو پوندو.

شيخ اياز ڪپر ٿو ڪُن ڪري جي مُهاڳ ۾ اهي سپ تفصيل لکندي، ٿر جي ڏاڙيل جنمل ڪراڙ کي پنهنجو پورو جُهٽ ڪونيو آهي ۽ لونڊار ۾ ليڏاڻ ڪيندڙ لاسين پاران ڳائجندڙ لوڪ گيت ”همرچي“ جي ڪيفيتن کان متاثر ٿي نئون همرچو لکڻ جو بہ ذڪر ڪيو آهي. هُو لکي ٿو”هڪ ڀيري اسان منيءَ شهر کان ننگرپارڪر جيپ ۾ وچي رهيا هئاسين. لونڊار نالي هڪ ڳوٺ ۾ چانهہ جو هوٽل هو جتي اسان جيپ روڪي- اوچتو پريان سُريلو آواز آيو جو منهنجي ڇاتيءَ ۾ ڇُريءَ وانگر پيهي ويو. مُون ڪنائي ڏنو تہ ٻہ ٽي فرلانگ پري هاري کيت ۾ ڳائي رهيا هئا. اسان کيڙيءَ مان پنڌ ڪري، اُن کيت وٽ پهتاسين، اُن وقت آڪاش آگميل هو ۽ اُتر اوير ۾ ٻڪرال ڀڪا ٿي ڪيا. کيت ۾ ڪجهہ پيل ۽ نڪر گُڏ ڪري رهيا هئا. وچ جي چمڪاٽن سان هنن جي ڪنن ۾ پيل گوکرو ۽ مُرڪيون چمڪي رهيون هيون ۽ هو هڪ عجيب سُر ۾ ڳائي رهيا هئا:

آڙنگيو آيي مان،
اونڌو گجي ٿو گاجڙلو،
همرچي جو ويلو
ٿڌي مُند جو وائڙو لڳو

جنهن وقت هُنن ”همرچي جو ويلو“ لفظ ٿر چيا، تنهن وقت لونءَ لونءَ مان صدين جا سيسرات اُڀري ويا- اهو همرچو ٻُڌي کهڙو ڪافر چوي ها تہ سنڌ جي منفرد ثقافت کي اهميت نہ آهي- انهي اثر ڪانئس نئون همرچو بہ لکرايو.

شيخ اياز جو سُر مارئي ٿر جي وسيع ۽ خوبصورت ڪينواس جو چٽو منظرنامو پيش ڪري ٿو. هو وڻن ٽڻن، ريتن رسمن ۽ ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي جو چٽ چٽي ٿو ايئن ٿر جا نظارا گهمائيندي، پنهنجي مقصد جي ڳالهہ ڪري ٿو- وڻن ٽڻن ۽ مينهن جي ڏيک جي منظر ڪشي ڪندي هن ريت لکي ٿو:

کنڊيءَ ساري سڱريون، پُسيءَ ڳاڙها گُل
مٽان وسيون مينهن جون، بوندون مٿيءَ ٽُل
کھڙا مٿي مُل، گھوري جان ملير تان

کنڊي ٿر جو اهڙو ڀھڳڻ وڻ آهي جيڪو سيني موسمي جھٽڪن ۽ مُشڪلاتن باوجود پاڻ بچائي، ٿر پٽ ۾ ڪر ڪڻي بيٺل نظر اچي ٿو. کنڊيءَ ۽ ڪاري نانگ جي عمر تمام وڏي ٿئي ٿي. کنڊيءَ ۾ پھرين ٻُور لڳي ٿو ۽ اُٺھي ٻُور دوران جيڪڏھن وڻ کرڻ جو اُهڃاڻ ڏئي ٿو تہ ڳرنڊو تي پون ٿا نہ تہ اهو ٻُور سنهين ڦرهي نما بناوتن ۾ تبديل ٿئي ٿو جن کي ”ٽويا“ چئبو آهي. ٽوين جي ڀاڄي بھترين ٿئي ٿي. سواد بہ سرس هوندو اٿس تہ تندرستي لاءِ ٺيڪ آهي۔ ٽويا وڏا ٿين تہ اُنهن کي سڱريون چيو ويندو آهي. سڱريون ٿر ۾ بھترين ڏُٽ آهي. ڏُٽ ڪاڏي جو اهڙو قسم آهي جو اڪيلي رڃ طور ڪائي سگھجي ٿو ۽ غذائي ضرورتون پوريون ڪري ٿو. سڱريون ٻڪرين ۽ اُٺن جو بہ پسنديده ڪاڏو آهن ۔ ماڻھو سڱريون سُڪائي بہ سُڪائي رکندا آهن جيئن ڪُمنداڻتو ڪم ڏي. سڱري پچي ڪوڪي ۾ تبديل ٿئي ٿو ۽ ڪوڪو ڪائڻ ۾ چھرو ٿئي ٿو جنهن کي ٻار ڏاڍي شوق سان کائيندا آهن. ”پُسي“ ڪرڙ جي وڻ جي گُل کي چئبو آهي. اُن جي گلابي رنگت وڏو سُرور بخشي ٿي . ڪرڙ جي وڻن مان بہ ڏُٽ ملي ٿو. اها پُسي پچي ڏونرا ٿئي ٿي جنهن کي ڀاڄي طور پچائي ڪاڏو ويندو آهي تہ اُنهن جو سانڌاڻو بہ تيار ڪيو ويندو آهي. ڏونرا بہ کائڻ ۾ تمام گھڻو لذيذ ٿين ٿا ۽ پيٽ لاءِ اڪسير آهن ۔ ڏونرا پچي پڪا ٿين ٿا جن کي ٻار توڙي وڏا شوق سان ميوي طور کائيندا آهن. ايئن کنڊيءَ جي سڱرين ۽ پُسيءَ جي پيازي گلن جي ڳالہ کندي اياز اُنهن تان پوندڙ بوندن جي ڳالھ کندي اُنهن کي موتي سمجھي ٿو. اُنهي موسم ۾ ڪا هيڪڙ ٻيڪڙ برسات پوندي آهي ڇاڪاڻ تہ اها برسات جي رُت ناهي. انهي منظرنگاريءَ کان پوءِ هُو ملير تان جند گھورڻ جي آڇ ڪري ٿو.

وچينءَ جو منظر بيان کندي هو ڊِٺ جي علائقي ۾ ڏنارن جي ڪرت جي کھاڻي بيان ڪري ٿو تہ ڪيئن مارو ڏڻُ ڪاهي نڪرن ٿا ۽ پوءِ سندن دعائن ۽ مال جي تانگھہ کي ڏسندي سانوڻ بہ سندن ساٿ ڏئي ٿو:

وچينءِ ويلا ڊِٺ تي، ڳيرا ڳاڱيءَ وڻ
مارن ڦُوڪي بنسريون، ڪاهيا ڊِين ڏڻ
ساٿ ڪيا سانوڻ، وجيون وريون اوچتو

ڍٽ جو علائقو ٿر جي اُتر اوڀر ۾ آهي ۽ اياز وچينءَ جي ويلي جي ڳالهه ڪندي، ڳيرن ڪي ڳاڙگيءَ تي وينل ڏيکاري ٿو. ڳاڙگيءَ جو ٻوٽو آهي جيڪو سنهين لڪڙين نما تارين تي مشتمل ٿئي پر وڻ نه ـ ڳاڙگيءَ ۾ ننڍڙا ننڍڙا خوبصورت ڳاڪيا ٿين ٿا جن کي گانگهيتا به چئبو آهي. ڳيرو امن جو پکي آهي جنهن کي ٿر ۾ ”هولو“ به چوندا آهن. ڌڻوند ماڻهو پنهنجي وندر خاطر بانسري وڄائيندا آهن جنهن جي تانن سان پنهنجي من کي وندرائيندا آهن ۽ بانسري جي پُرسوز آواز جي ڪري اُن کي ”ويراڳڻ“ به چيو ويندو آهي. بانسري ايئن چو ڪُوڪي ٿي چاڪاڻ ته اُها وڍيل آهي تڏهن وايون ڪري ٿي. تخيلق جو اهڙو درد هر تخليق جي سرجڻ کان اُپجڻ تائين اُن ۾ موجود آهي ـ تڏهن ته رومي هن ريت فرمايو آهي؛

بشنو از ني چون حڪايت مي ڪند
وز جدائيها شڪايت مي ڪند

انهي خيال جڏهن پٽائي جي من کي مهتو ڏنو ته هن طرح چئي ڏنائين:

وڍيل ٿي وايون ڪري ڪُنل ڪوڪاري،
هِن پُڻ پنهنجا ساريا هوءَ هُنن لاءِ هنجون هاري

سانجهي ٽاڻي جي ڳالهه ڪندي، شيخ اياز ولين جي سُڳند موتڻ جو سنيهو ڏي ٿو ۽ چوي ٿو ته ٿر جي واري کي ڳاڙهسري آڪاس، پنهنجي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو آهي ۽ ڏاس اُڻندڙ ڏيئا ٻاري رهيا آهن ـ ڏيئن جو اُهڃاڻ روشن مستقبل جو مهري آهي پر ڏاس اُڻڻ بدران ڪتبي آهي شاعر ٿر جي رهڻي ڪهڻي ۾ پيهي ويو آهي پر ڪنهن به ثقافت کي سمجهڻ لاءِ ڪي چند ڏهاڙا ڪافي ناهن تنهنڪري هو ڏاس کي ڪتڻ بجاءِ اُڻڻ جي ڳالهه ڪري وينو آهي ته؛

سانجهي ٽاڻي ڍٽ تي، ولين موتيا واس
رتو آ، هِن ريت کي، ڳاڙهسري آڪاس
هُو جي اُڻن ڏاس، ٻارن پيا ڏيئڙا

وچينءَ جي ويلي ڪانپوءِ سانجهي ويلا کي سارينديي شاعر رات جي بات ڪندي چُپ چُپات کي ٽوڙيندي، ڏهرن ۾ ڏيئن ٽمڪڻ جي ڳالهه ڪري ٿو ۽ اهڙي سمي ڪيس مارن جي سار ستائي ٿي:

کاريون ڪي راتڙيون، تارا ٿا تمڪن
ڏهر سجو ڏيئڙا، چونئرا ٿا چمڪن
روئي رم جهم ڪن، اکيون سانگين سار ۾

سموري مانڊاڻ ۾ شاعر کي انيڪ خطرا نظر اچن ٿا ڇاڪاڻ تہ جنهن دور جي پس منظر ۾ هُن اهو سُر سرجيو آهي تنهن دور ۾ اونده انڌوڪار ڇانيل هئي. اهڙي انڌوڪار ۾ شاعر کي سٺ پُرهہ اونهن کوهن مان نانگ نڪرندا نظر اچن ٿا ۽ هو پاڻ کي سُجاڳ رکڻ جو ساهس ساهيندي چئي ڏئي ٿو تہ انهن نانگن سان گڏ ڪيئي پيئڻون نڪري ايندیون آهن جيڪي سُتلن کي زهر ڦوڪي وينديون آهن:

ويڙهي ويڙهي جهپ، چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي
ٻاهر نڪتا رات جو، سانيڪن مان سپ
اک نہ لائج جهپ، اڳيان ايندءَ پيئڻون

مارئيءَ جي سونهن کي هو ماضيءَ جي تناظر ۾ ڏسندي اهو چوي ٿو سينهوڙيءَ سان ٻيڳل چوڙيون بہ اڏونءَ ۾ ڪريون پيون آهن. ڪالهہ جي مارئي چانديءَ جهڙي اڇي انگ سان هتي هئي پر اڄ ان تي ڪوٽ جا ڪڙا آهن. مارئي جي سونهن جي ست جي ڪنهن ڪئونس ڪئي آهي. ٻيڳل چوڙيون انهي ارهہ زورائي جي نشاندهي ڪن ٿيون:

ڏس هي سينهون سنگ، ٻيڳل چوڙيون اڏ ۾
ڪالهہ هئي هتي مارئي، ڪامڻ روپي رنگ،
اڄ انهي جي انگ، ڪڙا آهن ڪوٽ جا

ڪوٽ جا ڪڙا مارئي جي ردعمل کي اجاري اچو ٿا ڪن. نيئر سندس نينهن کي وڏيڪ مضبوط ڪري ٿو. مارئي جي ٻيڳل گهڙي جا چٽ سندس مزاحمت جو اهڃاڻ آهن. مارئي جا مٽ سدائين مارو آهن اهي ڪڏهن بہ تبديل نہ ٿيندا. عمر تي مارن سان اهڙي ڏاڍ ڪرڻ جي پٽ آهي ۽ عمر سدائين رسوائي جو مزو چکندو رهندو:

ڏس هي گهڙي چٽ، ٻيجي جو پورا ٿيو
ڪالهہ هئي هت مارئي، مارو جنهن جا مٽ
توتي پائر پٽ، سُک نہ سمهندين سومرا

سومري جو سُک پائر جي بددعا ختم ڪري ڇڏيو آهي. پائرپارڪر سان لڳندڙ ٿرجو اهو ڀاڱو آهي جتي مارئي جو ڳوٺ هو.انهي علائقي جا رهواسي مالدارءِ حليم طبيعت رکندڙ آهن.پاڻي بہ ايترو گهڻو اونهو ڪانهي، ملير جو زمينون زرخيز آهي. انهي زرخيزيءَ جي ڪري، هر سائو سرسبز هنڌ ملير سڏجي ٿو.مارئي جي وڃڻ سان مارو لڏي هليا وڃن ٿا تہ پائر سُڃو ٿي پوي ٿو. کوهن تي ڪو پوڻ جو پڙڪو نٿو ٻُڌجي. پائر جي ايئن سُڃي ٿيڻ جي ڪري هاڻي اتي نہ مينهن پوي ٿو نہ ئي وليون ۽ گاهہ ٿين ٿا. پاڻيءَ جون ويريون سُڪي ويون آهن. مارئي ڪوٽ ڪڙن جي وچ ۾ اُپ ڏانهن ٻانهون کڻي، ٻاڏائي رهي آهي:

اڄ نہ ولين واس، اڄ نہ مٿيءَ مينهڙا
سُڪي ويئي ويري آهي اُڃ اداس
تون ئي نانهہ نراس، ڇا ٿي اورين اُپ سان

اهڙي ڏکين حالتن ۾ ماڻهو ڪيئن ٿا حياتي گهارين؟ ڪيئن پنهنجي ضرورتن کي پور و ٿا ڪن؟ ماڻهو هتان هتان ڪمائي ڪري گندي ۽ گراهہ جو بندوبست ڪري ٿا وٺن، ماڳ بہ پنهنجو اٿن پر سندن پاڳ آزاديءَ سان نوازيل آهي. آزادي سڀڪجهہ آهي. آزاديءَ کانسواءِ سڀ ڪجهہ اڪارٿ آهي. انسان جي حقيقي اوسر ۽ واڌويجهہ آزاديءَ جي ماحول ۾ ٿيندي آهي. انساني ذهن پنهنجي ارتقائي رخ ۾ اجهل نموني وڌندو آهي:

گندي ۽ گراهہ، ماڳ بہ آهي ماڻهئين
پوءِ بہ تن جو ساهہ، آزاديءَ بن اوپرو

مشڪلاتون زندگيءَ جو سينگار آهن جيڪي انسان کي زندگي جا پختا سبق سيکاريندڙ آهن. ڳوري پٿر هيٺ جيڪو گاهہ اپڙندو آهي ان کي ڪو غم گوندر نہ هوندو آهي. ٿرجا ماڻهو اهڙي طرح اڏول آهن. ڪٺن زندگي کين گهڻو ڪجهہ سيکاري ٿي. اهي پڇي راس ٿي وڃن ٿا. سندن اندرجي اڇائي کين سندرروپ عطا ڪري ٿي.مارئي پنهنجي سرتين کي ساري ٿي تہ اهي پيازي پولڪا پائي ڪيئن لوڏ سان هلن ٿيون. لوئڙياريون لمي لڏي ٽانگر جي ٽور هلن ٿيون. سندن مينڌيءَ رتا هٿڙا اهڙا خوبصورت ۽ ڳاڙها آهن جو انهن مان نور ٽمندو نظراچي ٿو. مرد ماڻهو بہ ايئن ٿا نظراچن جيئن ڪڪرن جي قطار هجي. ڇاڪاڻ جو سندن اڇا پٽڪا ايترو خوبصورت لڳن ٿا. سندن

ڪهاڙين جا ڦر سج وانگر چمڪن ٿا جن ۾ ڳاڙها ڳن پيل آهن. اهي دولهه آهن ديس جا:

جئن هو ڪڪرن ڪر، پڳون تيئن پنوهارين
ڳاڙها ڳن ڪهاڙيين، سج روپهراڦر
اجهو مون اوڙر، دولهه منهنجي ديس جا

سونهن جو ذڪر ڪندي شاعر ٿولن جو ذڪر ڪري ٿو. ٿري عورت پنهنجي مال لاءِ ۽ ڏٿ طور پُرٽ چونڊين ٿيون تہ سندن نٿون ۽ نموريون تارن وانگر ٽمڪن ٿيون. سندن ٻانهون ٻهہ ٻهہ ڪن ٿيون. اهڙي ڏونرن واري ڏٿ کي مارئي سيڪجهہ سمجهي ٿي. ڪيس ڪو پيو ملڪ اهڙو ساٽيهہ نٿو لڳي:

تارن جيئن ٽمڪن، تن جون نٿ نموريون
پُرٽ پريندي جهول ۾، ٻانهون ٻهہ ٻهہ ڪن
جلوي جهڙپ جهپين، پرديسي پانڌيئڙا
هي جو ڏونرن ڏيهہ، مونکي مليو ڏاج ۾،
اهڙو ڪو ساٽيهہ، آئون نہ پانيان پونءِ تي

مارئي کي ان نئين انداز سان بيان ڪندي، اياز وحدت الوجوديت کي سنڌ جي وجود سان ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جنهن ۾ هو ڪافي حد تائين ڪامياب ويو آهي. شيخ اياز جي سُر مارئي ۾ مارئي جو ملير سان سڀنڌ ۽ وچن نباهہ مثالي آهي جنهن جو مٽ دنيا ۾ ناهي. پٽائي بہ مارئي کي حب الوطني ۽ ويڙهيچن سان وچن جو عظيم اهڃاڻ ڪري پيش ڪيو آهي. شيخ اياز مارئي جي ڪوٽ ڪڙن کي بہ بيان ڪري ٿو. جتي بہ وطن سان وچن هوندو آهي اتي ڪوٽ ڪڙن جي چوٽ جو چلامانو هوندو آهي. ڪوٽ ڪڙا ماڻهو جي اڏولتا کي لوڏي نہ سگهندا آهن. مارئي ايئن پيرن تي بيهڻ ۽ هيڏانهن هوڏانهن نہ ٿيڻ جو عظيم مثال آهي. هن سُر ۾ مارو ماڻهن جي اقتصادي سلامتي جو احوال بہ آهي تہ مارو ماڻهو ڏٿ ڏونرن تي زندگي ڪاٽي بہ پاڻ کي گهٽي هيراڦيري کان محفوظ رکن ٿا. مارئي پيٽ تي پٽيون ٻڌي ٿي تہ پر عمر جي دڙڪن دهمانن ۽ لالچن تي لڏي نٿي چاڪاڻ جو سندس ايمان مضبوط آهي. سيني دنياوي سکن ۽ راحتن کي ٺُڏي هڪ ملير جي چونڊ ڪرڻ سندس اندر جي اجهل انسان جي اها ڪارائتي ڪيفيت آهي جيڪا موجوده دور ۾ بہ ايتري ئي اهميت رکي ٿي جيترو اڄ کان سوين سان اڳ هئي. اهڙي طرح ڏاڍ کي سامهون سگ پرائي بيهڻ هر ماڻهو ۽ قوم جي وس جي ڳالهہ

ناهي. اهڙي چوندڀ يقينن مشڪلاتن ۾ وجهي ٿي پر انهي ۾ تاريخ جي سوڀ پوشيده آهي جيڪا ڪين ملڪان ملڪ مرڪائي ڇڏي ٿي. سڀني مشڪلاتن کي ريٽي مارئي روشن مستقبل جو سوهڻو ڏسي ٿي ۽ انهي سپني وسيلي هوءَ پنهنجي مارن جي خوشحاليءَ کي يقيني سمجهي ٿي.خواب ئي آهن جيڪي دنياکي سرهائي ۽ سُک ڏين ٿا. جيڪي قومون خوشحاليءَ جا خواب ڏسن ٿيون ۽ انهن جي تعبير لاءِ پاڻ پتوڙين ٿيون تن جي پاڳ ۾ سپاڳ سنئون اچي ٿو.مارئي کي بہ شيخ اياز جي لفظن ۾ اهڙا سپنا آهن جيڪي مارن کي بہ خوشحال ڪندا تہ ملير بہ مهڪي پوندو. جڏهن سڀئي سرها ٿيندا تڏهن مارئي بہ مرڪڻ جهڙي ٿيندي:

ماندي ٿي نہ نيٺ، ايندا مينهن ملير تي،
وچون ورنديون اوچتو، لڳهہ لهندا هيٺ
ماروماڪي ءَ ميٺ، ملندا توسان مارئي

مارن جو ايئن ملڻ يقيني لڳي ٿو. جڏهن مارو ملندا تہ سُک جو واءُ ورندو ۽ ڏکيا ڏينهن، ڏور پڃي ويندا. ڏهلاڏينهن ڏيهہ تان ٽرندا تہ مارن ۾ ۽ ملير ۾ هڪڙي سرهائيءَ جي لهر پيدا ٿيندي. اميد پسندي جي اهڙي ذڪر سان شيخ اياز سُرمارئي کي موجوده حالتن سان بہ ڳنڍي ڇڏيو آهي تہ ماضيءَ جي هڪڙي داستان کي بہ نواڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس.اهڙي اميد پسندي ئي انسان کي اڳتي رهنمائي بخشيندي رهي آهي:

مارو ڪک بہ موريا، جڏهن وٺا مينهن،
هي جي ڏکيا ڏينهن رهي رهندا ڪينڪي

***

# شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ ڪارونجهر جي ڪور

ڪارونجهر ڌرتيءَ جي گولي جو هڪ نيارو ۽ موچارو مظهر آهي جنهن جي جڳاندر جهونيءَ عمر ڪيئي رڱ روپ ڏٺا آهن ۽ زماني جي ڦيرن گهيرن توڙي فطرت جي لاهين چاڙهين کي ڏٺو آهي. ڪارونجهر جي ڪور جي ڇڪ ۽ خوبصورتي ڏسڻ جي ڳالهه آهي.ان کي لفظن جي ڪڙين ۾ قيد ڪري ئي نٿو سگهجي تڏهن ته هڪ ٽري ڏوهي ۾ چيو ويو آهي ته ڪارونجهر جي ڪور مرندي دم تائين نه وسرندي. ڪارونجهر جا سارا روپ سروپ ايترا ته سونهن ڀريا ۽ سوڀيا وان آهن جو جيڪو به ان کي هڪ ڀيرو ڏسي ٿو سو ساري عمر فطرت جي هن حسين نظاري کي وساري نٿو سگهي. اهو رڱ روپ جوڙڻهار هن جبل ۾ ايئن رکيو آهي جو هن جو سروپي ڏيک کي وسارڻ ناممڪن آهي. شيخ اياز ڪارونجهر جي قدامت ۽ عظمت کي بهترين لفظن جي ڀيٽا ڏني آهي. هو لکي ٿو:"يارب! ڪارونجهر جي ڪور تي جڏهن مور ٿهوڪا ڪندو آهي، تڏهن هن کي سانوڻ جا بادل جواب ڏيندا آهن. ڇا ڪائي معرفت جي چوٽي ان کان مٿي ٿي سگهي ٿي؟" ڪارونجهر جي ڪور کي شاعراڻي اک سان ڏسندڙ سيخ اياز ٿر بابت پنهنجي آتم ڪٿا، شاعريءَ ڊائرين ۾ تمام ڳوڙهي نموني لکي ٿو. هو پنهنجو هڪڙو سمورو مجموعو ٿر بابت لکندي ان جو نالو "اڪن نيرا ڦليا" رکي ٿو ته ان بيت ۾ به ڪارونجهر جو ذڪر ڪري ٿو.

اڪن نيرا ڦليا، مٿان مينهن وسن
سارو ڏينهن گسن، ڪارونجهر سان ڪڪريون

اڪن جي نيرن ڦلن جي خوبصورتي ۽ ڪارونجهر تي ڪڪرين جي گسڻ جو منظر جنهن اک به ڏٺو هوندو سواءِ موت جي ٻي ڪاب ڏُر ان اک کان اهو ڏيک ڦرائي نٿي سگهي. ڪارونجهر جي قدامت ته اربين ورهيي آڳاٽي آهي. گرينائيٽ جو هي نهر و پٿر ڪيترن ئي رنگن تي مشتمل آهي جنهن جا ويس ورن وڙوڙ جا آهن. ڪارونجهر جي ۾ رهندڙ مرحوم علي نواز کوسو جڏهن ڪارونجهر بابت ڳالهائيندو هو ته سندس اکين ۾ صدين جي چمڪ

لي ايندي هئي جنهن مان كارونجهر كي محسوس كري سگهبو هو. 108 تاريخي اهميت جي ماڳن كي سمائي، سڏيونت سارنگا جي كٿا جو شاهد هي جبل، شيخ اياز كي ايترو تہ موهت ٿو كري جو هو بلائن جي خوف خطرن باوجود هو هن مان پار ويندي چوي ٿو.

كارونجهر ۾ كيتريون ڀاري بلائون
اُنهن مان آئون، وڃان ٿو وترو

كارونجهر ۾ كيئي لوك رهن ٿا جن جي مٽيا جي موك دنيا ۾ پركنبين پڌري رهي آهي. ڀرئي گاروڙي جي آكاٽيءَ واري هن ڏونگر ۾ جيني بہ رهنداهئا تہ ريباڙي پڻ. جيني تہ لڏي، كارونجهر كي سُڃو كري هليا ويا تڏهن تہ سندن ڏهرانندڏٽكا پيا آهن. ريباڙي اڃا بہ موجود آهن جن جي رهڻي كهڻي، اٿڻي وهڻي نياري ۽ نرالي آهي. ريباڙين جو ذكر كندي شيخ اياز هن ريت چوي ٿو.

كارونجهر جي اوٽ ۾، ميٺيءَ جي واڙي
جنهن ۾ ريباڙي، گهلي پيئي گاگهرو

شيخ اياز كي پونجي واد جا پاپ بہ نظر ۾ هئا تہ كارونجهر جي معدني دولت تي كنهن جون كنهنجون نگاهون آهن. . گرينائيٽ جي كڍڻ لاءِ ٿيندڙ ڌ﮼اكن كيئن هتان جي مور جهڙي پكيءَ سميت سموريءَ ماحوليات كي كيئن متاثر كيو. سونا چمچا وات ۾ كٽي ڄمندڙ نسل كي غريب تي كا كهل نہ ايندي آهي. هو جڏهن پنهنجا عشرت كدا جوڙڻ لڳندو آهي تہ كيئي غريباٽا اجها بہ اُجاڙي ڇڏيندو آهي. انهي كيفيت كي هن، هنن لفظن جو روپ ڏنو آهي،

كارونجهر جي پٻ، جهور نہ تن جون جهوپڙيون
تن ۾ كائي رٻ، هو جي ڏويون كاٺ جون

كارونجهر ۾ كيئي وڻ ٽڻ ٻوٽا آهن تہ جانور پڻ. جن جي جنسار جي كهڙي كٿا كجي. كارونجهر ۾ كيئي پاٽيءَ نواڻ آهن جيكي برسات جي پاٽي سان تار ٿي ويندا آهن پر انهن چشمن ۾ بہ نياڻ اهڙا آهن جيكي

ٻاروهي عني سڄو سال وهن پيا. ماڻهن جو سک آهي تہ مال لاءِ راحت جو سامن پڻ. مالداري جي ان پهلوءَ تي اظهاريندي شيخ اياز لکي ٿو،

كارونجهر جي پٻ، ڏڻ ڏراڻن جو
ڇِٽ انهي جهڙو، جيڏا ڪونهي جوءِ ۾

كارونجهر تي جڏهن برسات پوي ٿي زمين ۾ ريج جڄهو ٿي پوي ٿو پوءِ تہ هن ڏرتي تي گاهن جي گلزاري ٿي پوي ٿي. وڻ ٽڻ اهڙا ويس وڳا پهرين ٿا جو سيڪجهہ جانب جو جمال محسوس ٿيڻ لڳي ٿي. ڪونيٽ جو وڻ جبل ۾ جڄهو ٿئي ٿو تہ روهيڙو وري ٽڙ جي جهنگ جو مور ملوڪ وڻ آهي. ان لقاءَ جي لوڏ کي شيخ اياز هن ريت چٽي ٿو،

كارونجهر پيهر، ڪونيٽ سپ ساوا ڪيا
روهيڙي گهر گهر، ڳاڙها ڪيا گلڙا

كارنجهر جي وسعت ۽ عظمت کي نظر ۾ رکندي شيخ اياز ان کي علامتي طور تي سڄي ڏرتيءَ جي نمائندي طور پيش ڪري ٿو. سڄي ءَ ڏرتيءَ تي سک ۽ خوشحالي جي اڇڻ کي بہ هو منفرد نموني پيش ڪري ٿو. ڪيس كارونجهر جي خوشحالي ءَ ۾ ئي دنيا جي خوشحالي نظر اچي ٿي. هتي آزاديءَ جي اها جنگ بہ لڳي آهي جنهن ۾ سوڍن ۽ سندن سينا جي سورمن گورن جي چٽن چانوٽين، .............حيدرآباد، ڪراچي، ڏيسا ۽ احمدآباد........... مان آيل ڪٽڪ سان جهيڙيو هو جنهن ۾ روپي گوهل جهڙا جونجهار سر ڏيئي سرها ٿياهئا. هتي خوارزم شاه بہ پنهنجا خطرناڪ ارادا ڪٽي آيو هو تہ، محمود بيگڙو بہ هتان گهمرو ڏيئي هليو ويو هو. انهن مڙني معرڪن كارونجهر جي وشالتا کي ويتر وشال بنائي ڇڏيو. اهوئي سبب آهي جو شيخ اياز ان پهلوءَ کي نظر ۾ رکندي هن ريت چوي ٿو،

او شل آزادي اچي، چوڏهينءَ چنڊ جيان
رهندي رات اجان، كارونجهر تي ڪيترو

كارونجهر تي رهندڙ رات جو جڏهن احساس ٿيندو آهي تہ کوسي جهان خان جهڙا پوليس عملدار بہ انهي ڪاراڻ کي ڪٽڻ لاءِ مسڪين جهان خان جو روپ ڏاري وٺندا آهن ۽ ايئن كارونجهر جي ويجهو ڪاسٻي،

سابوسڻ، آڏيگام، پوڏيسر، پيٿاپور، لاکڙکڏيئي، سوتلائي، ساميءَ جي ويري جهڙن سوين ڳوٺن جا مسڪين ماڻهو پنهنجو پاڻ کي، سُک ڏانهن وڌندي محسوس ڪندا آهن. اهڙيون روشنيون، ڪارونجهر جي ڪور تي رهندڙ ڪيترن جونجهارن جاڳايون آهن جن جي جوت سان ڪجهه نه ڪجهه انونده گهٽي آهي. شيخ اياز انهن روشنين ۾ وڏي اميد رکندي هن ريت چئي وجهي ٿو،

كارونجهر تي باهڙي، هوءَ ڪنهن ڏُکائي،
آڏيءَ جو آئي، جنهن مان جاڻ چراٿ جيئن
كارونجهر تي باهڙي، وساڻي ناهي
ڪنهن ڄاتو آهي، ڪڏهن مچ مچي پوي

ڪارونجهر جي اهڙي، با معنيٰ مظهر کي جڏهن اياز جي اک ڏٺو ته يقينن ان جون ڪيئي معنائون نڪري نروار ٿيون هونديون. ڪارونجهر ۾ موجود ندين جو به اياز ذڪر ڪيو آهي. گوڙڌرو ۽ ڀٽياڻي ته هن گهمي ڦري ڏٺيون ۽ پنهنجي شعرن ۾ انهن جو ذڪر ڪيو. هونئن ته ڪارونجهر جيڪو هڪڙو ڏونگر نه آهي پر هڪڙو سلسلو آهي ڏهن ڏونگرين جو. ڪارونجهر ۾ گوڙڌري ڀٽياڻي سميت ٻيون به سورنهن کن نديون آهن جيڪي برسات ۾ ارڙاٽا ڪري وهي اُٿي هلنديون آهن. جن مان ڪن ڪن جي پاڻيءَ کي محفوظ ڪري سُڪارج ڪرڻ لاءِ ننڍا ننڍا بند به ٻڌا ويا آهن پر اجا به تمام گهڻي ضرورت آهي انهي پاڻي کي محفوظ ڪرڻ جي. ڪجلاسر، راڻاسر ۽ پوڏيسر جهڙا تلاءَ به هتي موجود آهن. ڪارونجهر۾ ڪيترا ئي لقاءَ آهن جي تي ڪيئي ڪتاب لکي سگهجن ٿا. شيخ اياز ڪارونجهر کي هڪڙي سرجڻهار جي اک سان ڏٺو ۽ ان کي پنهنجي شاعريءَ ۾ پلٽيو جيئن پلر جا پياڪ صدين تائين اهو سَسو پلر پيئندا رهن ۽ ان مان معنيٰ جا موتي ميڙيندا رهن.

***

# شيخ اياز جو لکيل ”نئون همرچو“

لوڪ ورثواهڙي املهہ سماجي لقاءُ آهي جنهن ۾ لوڪ جا سموراٿوڪ سمايل آهن. لوڪ ورثي ۾ جتني نثرجي ناماچاري آهي تتني نظم جا نياڻ بہ آهن جيڪي پيارجي پورهئي جي پلر جي پالوت سان سدائين تاررهن ٿاءِ انهي مان باذوق اجاراپرپياليون پي پنهنجي اندرجي اڃ اجهائيندا رهن ٿا. نسل در نسل اهو سلسلو هلندڙ آهي. انساني ذهني اوڪ ڊوڪ جي اها منتقلي صدين کان هلندي اچي. لوڪ ادب جي منتقليءَ جو طوطريقو نج فطرتاڻو آهي جنهن وسيلي انهي ۾ سمايل املهہ موتين جا واهڙ وهندا رهن ٿا. انهي سلسلي ۾ جيڪڏهن ڪو تعطل اچي ٿو تہ قوم جي ثقافتي زندگي ۾ اهو تعطل تواريخ جو حصو بنجي اهڙو خال ٿي اڀرندو جنهن کي ڪوبہ پري نہ سگهندو. لوڪ ادب جيئن تہ مجلسي ادب آهي ۽ ڪچهرين يا زندگيءَ جي معمول مطابق هلندو رهي ٿوءِ عوام ۾ عام ٿيندو رهي ٿو. شادين مرادين ۾ جيڪي ڪچهريون ٿين ٿيون تن ۾ لوڪ ادب جا سمورا ورونڌيا ورڇيا ويندا آهن .انهن ميڙاڪن ۾ ٿي همعصر نسل وينل هوندا آهن جن ۾ بہ نسل سرگرمي ۾ سرگرم ٿي حصو وٺندا آهن ۽ ٽيون نسل وري خاموش ٻُڌندڙ جي صورت ۾ موجود هوندو آهي . اڳتي هلي انهن مان ڪو اتساهڪ فرد نروار ٿيندوآهي جيڪو انهي الک ثقافتي ورثي کي اڳتي وڌائيندو آهي. جهرجهنگ ۾ هلندڙ ڏنارچنگ وسيلي، بوڙينڊي وسيلي، ويراڳڻ وسيلي جڏهن من ورتيءَ جي مام کي سُرن سان سلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا تہ سمورو جهر جهنگ ٻهڪي اٿي ٿو. انهي درد پري واٽيءَ کي جڏهن هرڪو ٻُڌي ٿو تہ من ئي

من ۾ انهي واٽي ڪي ورجائڻ تو لڳي. اهڙي طرح جڏهن مختلف لوڪ گيت ۽ ڳيچ ڳايا وڃن ٿا تہ پنهنجي مخصوص اثر وارو تاثر ڇڏين ٿا ۽ اهڙي ريت اهو سلسلو هلندو رهي ٿو. عورتون، ٻار ۽ مرد ٿيئي ڏريون گڏجي هن سماجي ڪم ڪار ڪي اڳتي وڌائين ٿيون ۽ اهو سمورو ڪم اهڙو تہ غيرمحسوس طريقي سان ٿئي ٿو جو ٿوري ٿوري تبديلي ايئن ايندي وڃي ٿي جو اها جڏهن نروار ٿئي ٿي تہ اها اهڙي طرح الڪ محسوس ٿئي ٿي . ٿر جي لوڪ گيتن ۾ همرچو مشهور لوڪ گيت آهي جيڪو وسڪاري جي موسم ۾ مخلف سرگرمين دوران ڳايو وڃي ٿو جيئن ليڏاڻ يا گُڏ ڪيڻ دوران ۽ گاه ڪانو گڏ ڪرڻ دوران.

لوڪ ادب رٿا جي 17 هين ڪتاب "لوڪ گيت " ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ، محترم معمور يوسفاڻيءَ، رائچند هريجن ۽ سوڍي هريسنگهہ کان مليل روايتن جي مدد سان همرچي جي اُپٽار ڪئي آهي . ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ "ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت" ۾ بہ همرچو ڏنو آهي جنهن جو ماخذ بہ ڊاڪٽر بلوچ جو مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب آهي. ڊاڪٽر لالواڻي جي لفظن ۾ "هيءُ گيت ڪُڙمين، هارين نارين جو آهي ۽ اڪثر لاباري وقت ڳائيندا آهن. هيءُ گيت وسڪاري جو ماڻهو ٻنين ۾ ڪم ڪندا آهن، تڏهن گڏجي ڳائيندا آهن." همرچي ڳائڻ جي مقصد جي اُپٽار ڪندي ڊاڪٽر لالواڻي لکي ٿو "ڪم جو تڪڙو اُڪلاءُ ڪرڻ ۽ ڪم کي جلدي نبيرڻ لاءِ هي رس ۽ مناس سان ڀرپور گيت ڳائبو آهي. هن گيت جي راڳ ۾ اهڙو جوش ايندو آهي، جو ڪم بلڪل تڪڙو ٿيندو آهي. ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ مطابق، "لفظ "همرچو" هن گيت جي وراڻيءَ ۾ گهڻو ڪم اچي ٿو جنهنڪري هي گيت پڻ انهي نالي سان ئي مشهور ٿيو. مختلف روايتن موجب اهو نالو "همراه اچو" لفظن جي گڏيل

صورت آهي جو جهيل سان چوڻ ۽ وري وري چوڻ سبب صورت بدلائي "همرچو" جي تلفظ سان ڪم آيو." هن گيت جي اهڙي عوامي من موهنتا ڏسندي شيخ اياز پڻ "نئون همرچو نالي لوڪ گيت لکيو. جنهن بابت پنهنجي ڪتاب ڪپر ٿو ڪُن ڪري جي 56 ۽ 57 صفحي تي هو پاڻ هن ريت لکي ٿو""هڪ ڀيري اسان مٺيءَ کان ننگرپارڪرجيپ ۾ وڃي رهيا هئاسين. لونڊيار نالي ڳوٺ ۾ هڪ چاءِ جو هوٽل هو. جتي اسان جيپ روڪي اوچتو پرين سُريلو آواز آيو. جو منهنجي ڇاتي ۾ ڇري وانگروانگر پيهي ويو. مون ڪنائي ڏنو ته ٻه ٽي فرلانگ پري ڪي هاري کيت ۾ ڳائي رهيا هئا. اسان کيڙيءَ مان پنڌ ڪري، ان کيت وٽ پهتاسين. ان وقت آڪاس آگميل هو ۽ اتر اوڀر ۾ ٻڪرال ڀڪا ٿي ڪيا. کيت ۾ ڪجهه ڀيل ۽ ٺڪر گڏ ڪري رهيا هئا. وچ جي چمڪاٽن سان هنن جي ڪنن ۾ پيل گوکرو ۽ مُرڪيون چمڪي رهيون هيون ۽ هو هڪ عجيب سُر ۾ ڳائي رهيا هئا......

آڙنگيو آيي مان

اونڌو گجي ٿو گاجڙلو

همرچي جو ويلو

ٿڌي مند جو وائرو لڳو.....

جنهن وقت هنن همرچي جو ويلو لفظ ٿي چيا تنهن وقت لونءَ لونءَ مان صدين جا سيسرات ٿي اُڀري ويا. اهو همرچو ٻُڌي ڪهڙو ڪافر چوي ها ته سنڌ جي منفرد ثقافت ڪي اهميت نه آهي!

اڄ مون هڪ لوڪ گيت نئون همرچو لکيو آهي."

شيخ اياز جي لکيل همرچي تي ٻه پراڻي همرچي جوئي اثر آهي. هي همرچو هن ريت شروع ٿئي ٿو:

گرجي گرجي گاجڙلو لا......
همرچي جو ويلو ڙي !
برسي برسي مينھڙلولا...
همرچي جو ويلو ڙي !

گوڙجي هجگوڙ ڪانپوءِ مينھن اچي ٿو ۽ انهي مينھن ۾ هو همرچو اچاريندي ان کي همرچي جو ويلو سڏي ٿو. اهڙي ماحول جي منظر ڪشي ٻہ ڪري ٿو هيل گھٽا گنگھور آهي جنھن جي ڪري سانوڻ ٻہ زوران زور آهي. رات سموري رم رم جھم مينھڙلو وٺو آهي تہ پرڀات جو ٻہ لھڻ زور آهي ۽ گھنن گھنن گرجي رهيو آهي. اهڙي سمي همرچي جو ويلو آهي.

هيل گھٽا گنگھور الالا!
سانوڻ زوران زور الا لا!
همرچي جو ويلو ڙي !
رم جھم رم جھم رات الا لا!
گھنن گھنن پرڀات الالا!
همرچي جو ويلو ڙي !

آسمان ۾ آگم آهي. ڪڪرن جون قطارون آهن. واءُ کي وڄن ونگي چڏيو آهي. اهڙو ماحول پاٽي ٻوڙان ٻوڙ ڪري ٿو ڇڏي. اهڙو آگم تراين کي توڙي ٽوڀن کي تارڪري ڀري ٿو ڇڏي. ترائي ۽ ٽوڀو پلرپاٽي گڏ ٿيڻ جا قدرتي هنڌ آهن. جتي برسات جو پاٽي گڏ ٿئي ٿو.

آڀي ۾ آڙنگيو ڙي لا!
واءُ وڄن سان ونگيو ڙي لا!
همرچي جو ويلو ڙي !

تل ترايون تار ٿيو لا!
ٿوپڙلا ٽمٽار ٿيو لا!
همرچي جو ويلو ڙي!

جڏهن تل ترايون تار ٿي پوندا تہ پوءِ اهڙو خوبصورت ماحول جُڙندو جنهن جي جمالياتي جهلڪ انسان جي اندر ۾ موجود تخليقي سگهہ کي اپاريندي ۽ هو پوءِ ڪيئي ڳاج ڳائڻ لڳندو. وسڪاري جي موسم ۾ ڪارونجهر جي ڪور تي مور جو ٿهوڪڻ سموري ڏونگر کي ڏيئا ڏيئا ڪري ٿو ڇڏي.مور جو جهينگور سان ٻولڻ بہ هن مند جي مانڊاڻ جو حصو آهي.مينهن لاءِ تاڙو بہ ٻولي ٿو ۽ تاڙي جي اها تنوارشاعر جي اندر ۾ پرين جي سڪ ۽ اڪنڊ کي وڌائي ٿي ۽ سندس لاڙو اوڏانهن ٿي پوي ٿو.

برساري ۾ مورا لالا!
ڪارونجهر جي ڪورا لالا!
همرچي جو ويلو ڙي!
تڙتڙٻولي تاڙيو ڙي لا!
ڏورپرينءَ ڏي لاڙيو ڙي لا!
همرچي جو ويلو ڙي!

سونهن ۽ سندرتاوارو ماحول انهي اندر جي پيڙا کي اتپن ڪري ٿو جيڪا پرين جي ڏور هجڻ جي ڪري پيدا ٿي آهي. ڏوٽي ڏٽي ڏينهن ٿي ويا آهن. تنهنڪري سندن سڪ ۽ تانگهہ وڌيل آهي. هيل جيڪي مينهن پيا آهن سي ملڻ جا موهري آهن يعني انهن سان پرين جيڪي پرديس آهن سي محبوب ملندا.

پرجي آئي آ پيڙا لا!

ڏوراسان جا ڏيسيئڙا لا!
همرچي جو ويلو ڙي !
ڏوتي ڏيکي ڏينهن ٿيا!
هيل ملڻ جا مينهن پيا لا!
همرچي جو ويلو ڙي !
همرچي جو ويلوڙي لا!
ماروئڙن جو ميلو ڙي لا!
همرچي جو ويلو ڙي !

ٿري همرچي متاثر ٿي شيخ اياز پاران سرجيل هي نئون همرچو انتهائي يلوڙ تجربو آهي جيڪو پنهنجي پر ۾ انوکو خيال آهي. ٿري همرچو گڏيل سرگرمي جو گيت آهي جنهن کي پورهيتن جو ترانو چئي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته انهي کي لاسيا لون ڪانڌاريندڙ انداز ۾ ڳائن ٿا ته صدين جي پيڙاائُپري اچي ٿي. جڳن جا ڏک سورهن گيت جي سورن مان ابڙڪا ڏيئي نڪرڻ لڳن ٿا. ان سان گڏوگڏ ايندڙ وقت جو اونو به هن گيت مان نروار ٿيندو نظر ايندو آهي.

- همرچي جي ڪيڏيل معنائن ۾ گيت جي آهنگ کي ڏسي اها راءِ جُڙي ٿي ته همرچو لفظ ”هم يعني سڀ“ ۽ ”رچڻ يعني ملي هڪ ٿي وڃڻ “ جي ڳنڍجڻ سان ٺهيل آهي، يعني هن سرگرميءَ لاءِ گڏجي هڪ ٿي ويچو جيئن ڪم به جلدي نبري پوي ۽ ڪم جو بار به هلڪو محسوس ٿئي. ”همراه اچو“ واري ڳالهه ۾ ڪو خاص وزن ناهي.
- شيخ اياز هن گيت ۾ منظر به چٽيا آهن ته ٿري لفظ به استعمال ڪيا آهن. ڪارونجهر جي ڪور تي مور جي ٻولڻ جو

منظرشيخ اياز ڪي سدائين متاثر ڪندو رهيو آهي. آپو، آڙنگ، تاڙو، ڏيسي، ڏوٽي، برسڻ وغيره لفظ هن انتهائي خبرداريءَ سان استعمال ڪيا آهن.

- شيخ اياز هن گيت ڪي فطرت جي منظرن، پرينءَ جي اڪنڍ ۽ اڪير، ڏولائي جي ڏينهن ۽ ان ڪان پوءِ ملڻ جي مينهن جي ڳالهه بيان ڪندي خوب نباهيو آهي ۽ هن قديم الک ثقافتي ورثي ڪي جديد دورجي خيال جي ڪُڙ مان ڪنوائڻ جي پلوڙ ڪوشش ڪئي آهي
- شيخ اياز وانگر اسان جا ٻيا شاعر بہ هن ريت قديم الک ثقافتي ورثي ڪي جديد ويس پارائي، موجوده دور جي پيڙا ئن ڪي پڏرو ڪندا تہ سندن شاعريءَ ڪي وستي واهڻ ۽ ڳوٺن ۾ هرهنڌ ماناٽتي موٽ ۽ مچتا ملندي.

# شيخ اياز جي شاعريءَ جي ڪتابن تي محمد ابراهيم جويي پاران لکيل مهاڳن جو مطالعو

آباد جي ڳوٺ ۾ محترم محمد خان جويي جي گهر ۾ 13 آگسٽ 1915 ع تي جنم وٺندڙ ٻارڙي لاءِ ان وقت جي ڳوٺاڻن شايد اهو سوچيو به نه هجي ته ڪو هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيندڙ ابراهيم اڳتي هلي محمد ابراهيم جويي جي نالي سان ملڪان ملڪ مشهور ٿيندو۽ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي تاريخ ۾ جيئري ئي جٽادار ڇاپ ڇڏيندو. ننڍڙو ابراهيم آباد مان ابتدائي تعليم پرائي پر واريءَ بستي تيرٿ لڪي جي اسڪول ۾ داخل ٿيو. اهو تيرٿ لڪي جيڪو اڳتي هلي زماني جي ڦير گهير جي هوائن سان لڪي شاه صدر بڻجي ويو يا رام باغ آرام باغ تي ويو. لڪيءَ مان پڙهائي پوري ڪرڻ کانپوءِ هن سنڌ مدرسي مان وڌيڪ تعليم حاصل ڪئي ۽ سنڌ جي پهرين ڪاليج ”ڏيارام جيٺمل ڪاليج“ مان گريجويشن جي سند ماڻيائين.تنهنکانپوءِ هو بمبئي ويو جتان هن تعليم ۾ گريجويشن ڪئي. موم ٻائيءَ جي شهر مٿس تمام گهري ڇاپ ڇڏي ۽ هو ايم اين راءِ جهڙن نامر ڪٽن اڳواڻن سان مليو جن جي صحبت مٿس تمام اڻ مِٽ اثر ڇڏيو. ان ڪانسواءِ محمد ابراهيم جويي سائين جي ايم سيد ڪي به پنهنجي مربيءَ رهنما ڪونيو آهي. هُن دنيا جي نامور ليکڪن جهڙوڪ: روسو، پلوٽارچ، اسٽيفن زويگ، برٽالٽ بريخت، والٽيئر، فرانسس بيڪن، پائلو فراري، لارڊ بائرن، ٽي ايس ايليٽ، البرٽ ڪامو جي ليکن کي سنڌي ويس ڍڪائي، سنڌي پڙهندڙن کي علم جا املهه ماڻڪ آڇيا.سياستدانن جي صحبت کيس سياست جي گهٽ ڏانهن به وٺي ويئي، سياست جو گهاٽ جيڪو ان وقت عشق عبادت ۽ خدمت جو منبع هوندو هو ۽ کهڙي ڳالهه ڪجي ان ميدان جي جيڪو پيٽ پوڄا ۽ پاپ جو آکاڙو ٿي چُڪو آهي.

محمد ابراهيم جويي مختلف سرڪاري نوڪريون به ڪيون جن دوران به هن قلم جي ڪرت جاري رکي. موٽ ۾ کيس اُهنج ايذاءَ به مليا ته پيرسنيءَ

۾ ميجتا ۽ ساراه مليي. انهن ترجمن ڪانسواءِ هن ٻيون به انيڪ لکيتون سرجيون جن کي تمام گهڻو پڙهيو ويو ۽ واکاڻيو ويو. سندس خيال جي ڇنڊڇاڻ، روشني ۾ اُڏام انگريزيءَ ۾ لکيل سندس ڪتاب " سيو سنڌ، سيو دَ ڪنٽينيٽ فرام فيوڊل لارڊس، ڪيپيٽلسٽس اينڊ ديئر ڪميونلزمس" ۾ پڌري پٽ پسي سگهجي ٿي. انهي ڪتاب کي هاڻي صرف " سيو سنڌ، سيو ڪانٽيننٽ " جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. انهي ڪتاب جي عنوان مان ئي "سورن هنئي سنڌ" جي دکن دردن جي ڪهاڻي جهلڪندي نظر اچي ٿي. انهي ڪتاب ۾ سنڌ کي جن بلائن کان بچائڻ جي ڳالهه ڪئي ويئي آهي، اهي بلائون نه رڳو اڄ به موجود آهن پر پنهنجو وياءُ به وڌائي چُڪيون آهن ۽ سنڌي سماج جو رت ست چوسي، ان جي ترقيءَ جي راه ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ بنيل آهن.

اهڙيءَ طرح محمد ابراهيم جويي ٻيا به انيڪ ليک لکيا جن ۾ شيخ اياز جي شاعريءَ تي لکيل سندس مهاڳ جديد سنڌ جو تصور پيش ڪن ٿا ۽ انهن لکيتن جديد سنڌ جي ذهني تشڪيل ۾ پنهنجو ڪردار نباهيو آهي. انهن مهاڳن ۾ فاضل ليکڪ جي نظر ۾ جديد سنڌ جو نيارو تصور آهي، اها سنڌ جيڪا چارلس نيپيئر پاران مقرر ڪري ڏنل سنڌ کان وسيع آهي. هُن سنڌ جي ڏُکن ڏولائن جي ڳالهه ڪندي، خوشحاليءَ ڏانهن وڌڻ جو سڏ ڏنو آهي. هن شيخ اياز جي شاعريءَ جي "فاعلاتن فاعلات" جي ڪتابي قئنچيءَ سان ڪاٽ ڪوٽ ڪرڻ بدران، شاعريءَ ۾ موجود پيغام کي بحث ۾ آندو آهي يا وري ٻوليءَ جهڙي اهم عنصر تي لکيو آهي. هو لکي ٿو "اياز جي شعر جي فني تجزيئي کان مون هميشه پاڻ کي مجبور پئي سمجهيو آهي ۽ شايد هيءُ ڪم سواءِ خود اياز جي ٻئي ڪنهن نقاد کان پوريءَ طرح نه به ٿي سگهي. خاص طرح اياز جا نظم انهي لحاظ کان مون کي ڏاڍا انوکا پئي معلوم ٿيا آهن. انهن نظمن جو ڪو مُروج روپ نه آهي ۽ ايئن لڳي ٿو ڄڻ ڪنهن نشي ۾ آيل مصور ڪيئي رنگ ڪئنواس تي هاري برش جي زوردار جهٽڪن سان، گهڙيءَ ۾ عجيب غريب نقش ناهي ورتا هجن (403...1ڪي جو ٻيجل ٻوليو)

محمد ابراهيم جويي جو قلم شيخ اياز جي شاعريءَ ۾ سنڌ پرستي ۽ انقلابيت کي نروار ڪندو رهيو آهي ۽ هو شيخ اياز کي " نئين سنڌ جو نئون آواز" ۽ "شيخ اياز سنڌ جو آواز" ڪوٺيندي، سندس شاعريءَ ۾ سنڌ جي پاڻ

پرائپ ۾ بحاليءَ جي ڳالھ ڪري ٿو ۽ رجعت پرست استحصالي قوتن جو علاج تجويز ڪندي لکي ٿو“ سندن علاج اھوئي آھي تہ سنڌ جا انقلابي محب وطن پنھنجي وطن پرستيءَ جي جذبي کي جيئن پوءِ تيئن وڌائين ۽ تيز کان تيز ڪن”.(ڪي جو ٻيجل ٻوليو 384...1) اھڙي طرح ڪيس اياز جي شاعريءَ ۾ وطن دوستيءَ ڏانھن وڌڻ جو سڏ نظر ٿو اچي ۽ ھو ان سڏ کي ورنائڻ لاءِ تاڪيد ڪري ٿو. حب الوطنيءَ ۾ گھور ٿيڻ ۽ جوش جذبي سان ڪم ڪرڻ جي ڳالھ ڪندي محمد ابراھيم جويو لکي ٿو “اياز جي شعر ۾ بہ وطن تان سرگھورڻ وارن لاءِ پنھنجي اعليٰ جذبي ۽ مقدس عمل کي وڌائڻ ۽ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ تيز ڪرڻ جو سڏ موجودآھي.” (384...1) انھن مھاڳن جو تفصيل ھن ريت آھي،

1. **جل جل مشعل جل** (2.5.1967)
2. **ھي گيت اجايل مورن جا** (19.2.1968)
3. **ڪي جو ٻيجل ٻوليو** (21.7.1970)
4. **وڄون وسڻ آئيون** (15.8.1973)
5. **راج گھاٽ تي چنڊ** (20.11.1987)
6. **ٻڙ جي ڇانو اڳي کان گھاٽي** (12.5.1988)

انھن مڙني مھاڳن ۾ سنڌ جي حالتن جو جائزو ۽ سنڌي ماڻھوءَ جي اجمالي احوال کي ڇنڊيو ويو آھي ۽ ڪوشش ڪئي ويئي آھي تہ سنڌ جي ليکڪن، شاعرن ۽ دانشورن کي ڪا راہ ۽ رھنمائي ملي، جيئن ھو پنھنجي ڪيرت کي اڳتي وڌائي. محمد ابراھيم جويي جھڙا دانشمند دانشور قومن لاءِ وڏي وٿ ھوندا آھن. سندس لکيتن ۾ ون يونٽ جو لڳڻ ۽ ٽُٽڻ، ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ جھڙا موضوع بحث ھيٺ رھيا آھن. ھو وطن کان انڪار جي فلسفي کي مظلوم قومن لاءِ ھرحالت ۾ ذلت ۽ تباھيءَ جو فلسفو ڪوٺي ٿو. (384....1 ڪي جو ٻيجل ٻوليو) انھن لکٽين ۾“ نڪ ۾ پئل غلاميءَ جي ناڪيلي” کان نفرت جو اظھارڪري ٿو ۽ استحصالي طبقن پاران وڇايل ڄار...... جنھن ۾ غريب ۽ وچولي طبقي جي اڪثريت ڦاٿل ھوندي آھي....... جو سبب ھن ريت ٻڌائي ٿو“ڪوبہ سندن فرعوني طاقت ۽ قاروني دولت جي قلعي تي ھلان تہ ڇا، پران ڏانھن اک کڻي بہ نہ ڏسي”.(386...1 ڪي جو ٻيجل

ٻوليو) اهي سيئي سُگھڙيون ۽ سون سريکيون صلاحون ڏينديون، شاعريءَ ۽ ادب جي فڪري بنيادن تي پڙ قلم کڻي ٿو تہ تخليق جو جوهر ڪهڙن جزن سان جُڙي راس ٿئي ٿو؟ ڪهڙيون ڌارائون ادب جي عمارت اڏڻ ۾ پنهنجو ڪردار نباهين ٿيون. شعور جي ڌارا ۽ جذبي جي ڌارا جو تخليق ۾ ڪهڙو ڪارج آهي؟ هو لکي ٿو" شعور جي ڌارا وانگر ادب ۽ فن جي ڪاوش ۾ جڏهن اهي ٻہ ڌارائون گڏجن ٿيون، يعني جڏهن شعور جي ڌارا کي جذبي جي ڌارا......اُمنگ،اُتساهہ، عشق جي ڌارا..... ميسر اچي ٿي (جنهن کي ٽي ايس ايليٽ "اندر جي ڏُن" ۽ اسان جي لطيف "اندر جي آڳ" چيو آهي) ۽ پوءِ جيتر اهي ٻئي ڌارائون ڪنهن اديب ۽ شاعر سان شامل حال هجن ٿيون تيتر تخليق وجود ۾ اچي ٿي، اُها پنهنجي اظهار لاءِ ڪنهن خاص ڪوشش يا الڳ رٿا جي محتاج نٿي رهي".

شيخ اياز خود ، محمد ابراهيم جويي بابت انهي راءِ جو آهي تہ هو سنڌ جي شعور جو نقيب آهي جنهن پنهنجي تحريرن سان ڪيترن ذهنن کي متاثر ڪيو آهي. سندس تحريرون سنڌ جي شعور ۾ اهميت رکن ٿيون. شيخ اياز لکي ٿو"ابراهيم جو نئين سنڌ جي شعور ۾ ڪافي هٿ رهيو آهي. پاڻ ڪان مٿي اُيري ڪنهن کي ڏسڻ وڏي ڳالهہ آهي".(ڪٿي تہ پيجبو ٿڪ مُسافر (63

شيخ اياز جي شاعري جيڪا ڪنهن زماني ۾ بنيٺ ٻڻجي پڙڪي هئي ۽ هرڪنهن جي وات تي سندس بيت ۽ وايون هوندا هئا. سيني روڪن رنڊڪن کان بالاتر ٿي شيخ اياز شاعري ڪندو رهيو ۽ پنهنجي شاعريءَ جي حدن کي لاحد جي ميدان ۾ موڪيندو رهيو.

"اياز پنهنجي ادبي تخليق جي فني اوچائي جا سنڌا پاڻ قائم ڪري ٿو ۽ پاڻ ئي ان کان مٿي اپري ٿو" (38-4) سندس تخليقي ڪيفيتن کي متحرڪ ۽ ڦرندڙ گهرندڙ سڏجي ٿو ۽ شعر جي نغمگي ۽ دلبرانہ انداز کي واڪاڻيندي شيخ اياز جي شاعري ۾ ڪم آيل ننڍڙن ۽ نزاڪت ڀرين وزنن ۽ بحرن توڙي هوا کان هلڪن رديفن جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ سندس انوکي ذات جي فڪري پهلوئن کي وڏيڪ نروار ڪري ٿو ۽ ڪٿي لينن جو حوالو ڏيندي اياز جي هر گيت کي پروپئگنڊا ڪندڙ سڏي ٿو پر اڳتي هلي ان کي پهرين فن سڏي ٿو

پوءِ پروپيگنڊا، انهي گڻ ڪي هو اياز جي ڪلام جي گهرائي ۽ گيرائي جو سبب سڏي ٿو.

شيخ اياز جي شاعري تي لکندي محمد ابراهيم جويو سنڌ جي شعور سان گڏو گڏ جنهن ٻي اهم ڳالهه جي اوک ڊوک ڪري ٿو اها آهي سنڌي ٻولي ۽ شيخ اياز سنڌي ٻولي کي جئين پنهنجي شاعري وسيلي سيراب ڪيو آهي ۽ اتان جي سموري سماج جي شين کي شاعري جو موضوع بنائيندي عوامي روپ ڏنو آهي تنهن سنڌي ٻولي کي سگهارو بنايو آهي، هو لکي ٿو "اياز پنهنجي ٻولي کي ڪتابي ٻولي مان ڪڍي ۽ عوامي ٻولي سان مالامال ڪري ان کي ايڏي وسعت ۽ تازگي ڏني آهي جو سنڌي شاعري سمورا پيچي هڪ پيرو ٻيهر اڳتي وڌي آهي ۽ ان مان نوان لفظ، نيون ترڪيبون ۽ نوان قافيا هاڻي ڪتڻائي ناهن ۽ ان جي فڪر ۽ جذبي جي اجهل پالوٽ هاڻي ٻيهڻي ئي ناهي " (1-40)

ائين هُن پاڻ بہ انهن مهاڳن ۾ انتهائي سلوڻي ۽ شاهوڪار ٻولي ڪم آندي آهي ۽ لِکَ، جيتر، تيتر، مَرڪڻ آجهاپو ڏڻ، ناڪيلي ۽ آڏ جهڙا رسيلا لفظ ڪم آندا آهن جيڪي سندس ٻولي جي پختي شعور جي نشاندهي ڪن ٿا. اهڙي ريت محمد ابراهيم جويي پارا ن لکيل مهاڳ شيخ اياز جي فن ۽ فڪر ڪچ ويئٿ ڪرڻ سان گڏو گڏ سنڌي شعور کي بہ سيراب ڪن ٿا ۽ سندس خيالن جي اهميت اڄ بہ اوتري ئي آهي جيتري ليک لکڻ مهل هئي. سيو سنڌ سيو ڪنٽينينٽ اڄ بہ منديءَ تي ٽڪ محسوس ٿو ٿئي. سنڌ ۾ لکين ماڻهو اڄ بہ استحصالي قپتن جي پنجوڙن ۽ پيڪڙن ۾ پابند آهن ۽ اُنهن اسحالي قوتن هاڻي ت هاڻي تہ بازار جي قوتن ۾ ۽ مذهب جي ٺيڪيدارن سان گٺ جوڙ ڪري ورتي آهي سنڌ جي حقيقي ترقي جي راهه ۾ اڄ بہ اهي ڏريون وڏي رنڊڪ آهن جيتوڻيڪ هاڻي سنڌ جو نوجوان ڪافي اڳتي نڪري رهيو آهي ۽ پنهجا رستا پاڻ ٺاهي روشن مستقبل ڏانهن روان روان آهي پر پوءِ بہ انيڪ ٻوجهہ غربت جي تحت الثريٰ سان گڏو گڏ انهي ذهني غلامي ۾ قابو آهن جنهن کي ٽوڙڻ ۽ ان مان اڳتي نڪرڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

ٻيو اهم نڪتو جيڪو اُن تحريرن جو مکيہ نڪتو آهي سو آهي ٻولي ۽ ٻولي يقينا ڪنهن بہ قوم جي اهم ثقافتي اُهڃاڻ آهي، جنهن وسيلي اُها دنيا ۾ پهنجي وجود کي برقرا رکي ٿي ۽ سنڌي ٻولي جي سگهارپ ۽ ترويج لاءِ هن

وقت بہ شعوري ڪوشش ۽ ڪاوش جي ضرورت آھي. محمد ابراھيم جويي جي لفظن ۾ " قومون جڏھن پاڻ کي سُڃاڻڻ ۽ سمجھڻ چاھينديون آھن تڏھن پھريائين ٻولي کي سڃاڻنديون ۽ سمجھنديون آھن ڇو تہ ٻولي ئي سندن سڃاڻپ جي اصل نشاني ٿئي ٿي".

وڄون وسڻ آئيون .... 1___586

ائين ھو عوام کي اياز جو ٻڌندڙ ڪو نيندي, سندس شاعري کي سنڌي ٻولي جو ڪرشمو سڏي ٿو.۽ ٻولين جا ڪرشما جُڳن کانپوء ظاھر ٿيڻ جو ذڪر ڪري ٿو. تنھڪري اھڙين مڙني لکتن جي موجوده وقت ۾ بہ ا'ھائيءَ اھميت ۽ ضرورت آھي جيڪا اڄ کان اڌ صدي اڳ ھئي. ھِن وقت ميڊيا جو دور آھي جيڪي قومون جيترو ميڊيا تي ٿُز ۽ تحقيق سان ھونديون اوترو سندن مُنھن مرڪندو رھندو نہ تہ اھڙو وقت بہ اچي ويندو آھي قومن تي جنھن ۾ اُنھن جون ٻوليون ۽ ثقافتون وقت جون واڳون ڳھي ويندو آھي .محمد ابراھيم جويي پاران لکيل انھن املھ مھاڳن ۾ پيش ڪيل خيال روشن مستقبل جي سُرنگ ۾ نظر ايندڙ روشني آھن. ڏٺي در دُعا آھي تہ ٿر تان ڏڪار جي ڏرت ٿري سنڌ سرھي ٿئي سکي ستابي ٿئي ۽ سارو عالم شاد آباد ٿئي شيخ اياز جي لفظن ۾....

ڏنو ڏيھہ آ ڏرت ڏاڍو ڏڪار
ڪرين ماڙ ڪا ئي تہ موڌي مرن
ڪڏھن سنڌ جي سينڌ ميري نہ ٿئي
ڪڏھن موڙ تنھنجا نہ مُرجھائجن
وسي پٽ تنھنجي پلارا سدا
پلي ديس پرديس سارا وسن.

***

# شيخ اياز جو راڳي، صادق فقير

صادق فقير جو منهن موڙڻ هن تکي ۽ ڏکيءَ رُت ۾ جيئڻ سيني تي ڪڙڪيو آهي تيئن شال ڪنهن سان به هُهڙو ڪِيس نه ٿئي. صادق فقير جي سُر ن جون صدائون، ٿهڪن جا ٽهوڪا هر سماعت ۾ سُري ۽ ٻُري رهيا آهن. هُن ايتري چيٽي پري هئي جا پوکي، ڏورانهين ڏيهه روانو ٿي ويو جتان ڪو موٽيو ئي ناهي يا ڪا سُڌ سار ۽ سماچار آيو ئي ناهي. صادق فقير پنهنجو وارو وڃائي، ايترا موتي اڻ ميا ۽ سون سريکيون ساروٽيون ڇڏي ويو آهي جو جُڳن تائين جڳ ۾ سندس نالو ۽ ناماچار هلندو رهندو ۽ سندس هر جهلڪ هنيين ۾ پيڳي هڏ جيان هُرندي رهندي. سندس زندگيءَ تي سرسري نظر وجهبي ته سندس جنم 20 مارچ 1964 تي فقير فيض محمد گُٽسار ( مگٽهارن جي هڪ نُک .... گڻ معنيٰ خوبي يا خاصيت ۽ سارڻ معنيٰ ڳڻڻ يعني ڳڻن جي ڳڻپ ڪندڙ) جي گهر ڏيپيي ميگهواڙ جي جوڙاپا، شهر ڏيپلي ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم ڏيپلي ۽ مٺيءَ مان حاصل ڪري، مئٽرڪ جو امتحان 1981ع ۾ پنهنجي ناناڻڪي شهر ميرواه گورچاڻي مان پاس ڪيائين.سندس مامو حاجي الهڏنو هڪ تجربيگار ۽ وچن نباه ڪندڙ سياسي ڪارڪن ۽ شهيد ذوالفقارعلي ڀُٽي جو شيدائي هو. 1982ع ۾ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج مٺيءَ ۾ پڙهائيءَ دوران اُستادن جي همٿائڻ تي "ٻُڌايان مان ڪنهن کي غم جو فسانو آهي بيوفا سارو زمانو " ڳائي سُر جي سفر جي شروعات ڪئي. 1983ع ۾ سندس والد جو انتقال ٿيو ۽ هو خاندان جي وڏي طور ننڍيءَ عمر ۾ وڏي وزن هيٺ اچي ويو. تنهنڪري هن خانگي نوڪري به ڪئي ته ڪاروبار کولڻ جي ڪوشش به ڪئي پر صادق جي طبيعت انهن خفن کان پري هئي سو ڪيس راس نه آيا. انهي ڪشمڪش دوران هن 1986 ۾ مٺي ڪاليج مان انٽر جو امتحان پاس ڪيو. انهن ڏينهن ۾ مٺيءَ ۾ هڪڙو بهترين اسٽيج ڊرامو " آس نراس" ٿيو هو جنهن ۾ مٺي جي هڪ پلوڙير گمنام شاعر "امولک امر " جا بول " موهن منهنجا رُسڻ ڇڏي ڏي" جڏهن صادق فقير جي صدائن ۾ گونجيا ته هر اک آلي ٿي پيئي هئي. 1986ع ۾ صادق فقير ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان

” پايل موري رم جھم ۾ رومال مارو رنگيو“ گيت ڳائي ريڊيءَ جي دنيا ۾ پير پاتو. 1988ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن تي متعارف ٿيو. انهي سال لوڪ ورثي وارن جي ڪوٺ تي اسلام آباد فن جو مظاهرو ڪرڻ ويو. 1989ع ۾ هو تعليم کاتي ۾ فزيڪل ايڊيوڪيشن ٽيچر طور داخل ٿيو. سندس پهرين مقرري فضل بنيري اسڪول ۾ ٿي.2002 ۾ سنڌ يونيورسٽي مان فزيڪل ايڊيوڪيشن ۾ گريجويشن ڪيائين. عمري تي وڃڻ کان ڪجهه وقت اڳ ئي هو ترپارڪر ۾ ڊائريڪٽر فزيڪل ٽريننگ طور مقرر ٿيو. ان کانسواءِ هن 1993ع ۾ سنڌي ادب ۾ ماسٽرس پڻ ڪئي. 1992ع ۾ اسلام ڪوٽ جي تعليم يافته گهراڻي جي استاد حاجي محمد سبحان خميساڻي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين جنهن مان کيس 4 اولاد ........ هڪ ڌيءَ عظميٰ ۽ ٽي پٽ نزاڪت علي، علي رضا ۽ راحت علي .... آهي. صادق فقير سنڌي ادبي سنگت، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن، سنڌ فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ سان واڳيل به رهيو. آخري دم تائين هو سگا شاخ مٺي جو صدر هو. کيس مختلف ادارن ۽ تنظيمن پاران اٽڪل 25 کن ايوارڊ پڻ مليل هئا.

راڳداريءَ جي دنيا ۾ هو هر طبقي ۾ مقبول هوندو هو پر نوجوانن جي داد ۽ محبتن جو محور هوندو هو. شاعري جي چونڊ ڪرڻ ۾ به هن معيار برقرار رکيو ۽ ڀڄڻ نئين سنڌي شاعري ڳائي، لکين دلين تي پنهنجي محبوبيت جي مهر ثبت ڪري ڇڏي.

ثبت است برجريده عالمِ دوام ما (حافظ)

سيني کان وڌيڪ جيڪو راڳ جو رنگ ۽ صدا جو سنگ هن جنهن شاعريءَ ۾ پريو سا شيخ اياز جي شاعري هئي جنهن جا موضوع عشق محبت ، وطن دوستي ۽ انقلاب هئا. شيخ اياز پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي ته، ”منهنجي شاعريءَ کي جنهن آواز جي ضرورت هئي اهو صادق فقير جي روپ ۾ مونکي ملي ويو آهي.“ صادق فقير شيخ اياز جا جيڪي به اسم ڳايا تن کي وڏي موٽ ملي. سندس ڳايل ڪجهه مشهور وڙهي آهن.

- ديس ڇڏي پرديس رُلي ٿي، دلڙي ٿِي ديواني ڙي.
- سَکي پيا کي ملين ته چئجان، چاندني تو سوا نه ٿيندي.
- ٿي املتاس تان ڪوڪ ڪوبل ڪري، هو پري آ، پري آ.

- ساوڻ ڪيئن اڪيلو آئين، ساجن ڪي ٻه تہ آڻ.
- چڱو ٿيائي آئون هلان ٿو جر جي جر ڪنهن جاتي ڪان،
- مٺهيار آيو مٺهيار ڙي، وڃو ڪنو پليو وڃو
- صدائون تہ هونديون، اوهان جي اکين جو جام مئي مان نهاريو،
- ٿو موڪلايان الوداع، مون پيار ڪيو مون پيار ڪيو.
- ڏرتي توکي منهنجي چمي اڄ ۾ رهجي ويئي

اهي سيئي اسم مشهور ۽ مقبول ٿيا پر سڪي پيا ڪي ملين تہ چئجان سيني، ڪان گوءِ ڪٽي، ويو. هر پروگرام ۾ ان ڪلام جي فرمائش ٿيندي هئي. بولن جي مقبوليت ڏسي ٻين فنڪارن بہ اهو ڪلام ڳايو پر ڪين اها موٽ نہ ملي جيڪا صادق جي حصي ۾ آئي. اهو اسم هن ريت آهي،

**سڪي پيا ڪي ملين تہ چئجان چانڊني تو سوا نہ ٿيندي**
**اچين تہ منهنجي اُماس ۾ آءُ، چو تہ پي رات ڪان ايندي**

هنن سٽن ۾ هڪڙو درد جو سنيهو آهي جيڪو سڪيءَ جي معرفت شاعر پيا کي ڏيڻ چاهي ٿو تہ پيا کي گڏجي تہ چئجان توکانسواءِ سُهائي نہ ٿيڻي آهي تنهنڪري جيڪڏهن توکي اچڻو آهي تہ منهنجي اونداهي باٽ رات ۾ اچ چو تہ منهنجي جيون ۾ اُماس آهي. اماس ڪاري ڳگهه اونده رات کي چئبو آهي جنهن ۾ چنڊ هوندو ئي ناهي. عاشق لاءِ چنڊ محبوب آهي. عاشقن جي جيون ۾ چانڊوڪي سندن پرين ڪانسواءِ ڪاري رات آهي. جيئڻ جاڙ آهي، محبوبن جو مڪا ميلو ئي ماڙ آهي. ننڍي ڪنڊ جي خوبصورت انسان، ذهين صلاحڪار ۽ مهان موسيقار محترم امير خُسرو جو مرشد حضرت نظام الدين اولياءَ جڏهن هتان برقعو متايو هو تڏهن هن پنهنجي مرشد کي پيتا ڏيندي اظهار ڪيو هو

**گوري سوئي سيج پي، مُک پي ڊاري ڪيس،**
**چل خُسرو گهر اپني، رين ڀئي اس ديس**

ايئن محبوب سان ئي حياتيءَ ۾ چنڊ بہ آهي تہ چانڊوڪي بہ آهي. انهي انتظاري بيقراريءَ جي ڪيفيت کي جڏهن شاعر محسوس ڪرڻ لڳي ٿو تہ هو محبوب لاءِ پنهنجا در کولي انتظار ۾ ويهي ٿو تہ ڪٿان اها هستي ايندي

جنهن لاءِ اڪيون آسائتيون ۽ آسر وندڙيون آهن. اکين جي انتظاري جا دروازا هميشه کُليل رهن . اڳين جا بہ لُڙڪ سدائين محبوبن جي آدرڀاءَ ۾ آتا ۽ اُتاولا آهن تہ ڪڏهن ٿو من جو ميت اچي. شاعر چوي ٿو

**ڪڏهن بہ توتي دوار دل جا نہ ڀوڳيا, تون ڀلي هلي آ,**
**بہ لُڙڪ آلا ڪڏهن بہ هوندا, متان چوين آجيان نہ ٿيندي**

لڙڪن ڀري اها آجيان انهي ڪري بہ سيني ڪان وڌيڪ اهم آهي جو اکين جي آب جو ڪو آب مٽ ناهي. اهو آب دلين جا داغ ڌوئي, صاف ڪري ڇڏيندو آهي. اکين ۾ وهارڻ بابت بہ شاعرن وٽ نيارا تصور موجود آهن. محبوبن کي اکين ۾ وهڻ جي نيند ڏني ويئي آهي تہ جيئن اهي اچي وهن تہ واري ڇير ڍڪي ڇڏجن. نتيجي ۾ نہ بئي ڪنهن تي نظر پوي ۽ نہ وري ڪو محبوب کي ڏسي. ميران ٻائيءَ انهي خيال کي هن ريت چِٽيو آهي

**نينان انتر آئيو پلڪ ڍانپ توهي لون,**
**نان مين ديکون اورڪو نا توهي ديکن دون**

اڳئين بند ۾ وري دعا آهي تہ هيءُ ڏيئو سدائين روشن رهي ۽ لاٽ ج للاٽ شال جرڪي چاڪاڻ تہ انهي روشن پيشانيءَ کي ڏسي ڪيترا ائي من مچن ٿا ۽ جيءَ جهومي اٿن ٿا. جيڪي روشن ڏين ٿا تن تا ن لکين پروانا جانيون گهورين ٿا . انهن جي روشني جڳ کي دڳ ڏيکاري ٿي. صبح نہ ڄاڻ ڪڏهن ٿئي, روشن صبح جا اهڃاڻ جڏه ڏس ڏين ٿا تہ پره اجا ڀري آهي پوءِ تہ ان اجري سهائي پره جي انتظاري ۾ زندگي گذارڻي پوي ٿي ۽ اُماوسي رات جو ڏهاڳ ڏسڻو پوي ٿو.

**نہ ديپ دونهاٽجي ڪڏهن هي, للاٽ جي لاٽ شال جرڪي**
**پره پري آ, پتو نہ آهي, رات ڪيسين ڏهاڳ ڏيندي**

انهي انتظاري ۾ دعائن جي وچ۾ رهندي روشن مستقبل جا خواب ڏسڻا ٿا پون جيسسن ڪٿي ڪو ڪنڌي ڪنارو نظر اچي. باک جي لاک پنهنجي ساک ڏئي تيسين اهو اوسيئڙو رهي ٿو جيسين رتو راس ٿئي تيسين پڳي سان پيرڻو ٿو پوي. ماضي بہ انساني جيون۾ ساهس رهيو آهي تہ ان جي اڪنڊ ۽ اُڪير ڪڏهن ڪڏهن گهرا گهرا گهاو بہ ڏيندي آهي. سر تي جڏهن بہ پڪي

ايندا آهن ته اهو سر آباد ٿي پوندو آهي ۽ ان آباديءَ ۾ سيني لاءِ سرهائي جو پيغام هوندو آهي پر جيڪڏهن پکي سر تي اچڻ بند ٿي وڃن ته سر اُداس ٿي پوندو آهي، اهڙي اداسي گهٽڻ جو جيءُ جهوري ڇڏيندي آهي. وري جڏهن آس پاس ڪٿي مينهن ملهاري ٿيندي آهي ته پوءِ ڪنهن نئين اُڏار جو آسرو ٿي پوندو آهي. انهي خيال کي شيخ اياز هي لفظ ڏنا آهن.

**پکي پروڪا اجا نه آيا، اُڪير تن جي هُري رهي آ**
**اُداس سر تي هوا اُتي جي چئي پئي ڪا اُڏار ايندي.**

اهڙين پر اُميد هوائن جي آسري تي ماڻهو به پنهنجي ڏکي زندگي سُکي ڪري گهارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ايندڙ اُڏارن جي آسري تي سر به پنهنجي مايوسي ۾ اُباڻڪائي کي اميد ۾ تبديل ڪري ٿو ڇڏي ته محبوبن جي انتظار ۾ وينل عاشق به وڇوڙي جو ڪهري وقت ڪٽي ٿا وڃن. اهڙو وقت ڏاڍو آزمائش وارو ۽ ٽڪائيندڙ هوندو آهي. هڪ پاسي پيا جي پياس هوندي آهي ته ٻئي طرف جڳت جي جوت جي ڇيري جون ڇيپون هونديون آهن ۽ ٻنهي ڇيرن جي وچ ۾ هلڻو پوي ٿو. بقول پٺائي

**ڪي ڏرتني ماءُ، ڪي ڇر سندي سڄڻين،**
**هلي ۽ واجهاءِ ٻنهي ڇيرن وچ ۾**

حيات جو اهو ڪاروان ايئن هلندو رهي ٿو جنهن ۾ سوين رنگ روپ به آهن ته وري ڪيئي ڪوجهايون، ڪميون ۽ ڪوتاهيون به آهن. هر ڪيفيت جو هڪڙو پنهنجو وقت آهي جنهن جي ٽائم لائن جي ڪنهن کي به ڪا پروڙ ڪانهي جيڪو ڪجهه مليو آهي ان ۾ ڪيترين ئي غير يقينيءَ وارين ڪيفيتون آهن. هر ايندڙ وک انهي بي خبريءَ ۽ اجاڻائيءَ سان پري پيئي آهي. رضا جي، قضا جي، ڪونتل جي ڪا ڪل ڪانهي ته ڪٿي ڪڏي ڪرائيندو يا پريںءَ جي پار پڄائيندو. پريںءَ جو پار جيڪو ويجهن کان ويجهو هوندي پرانهون پار به محسوس ٿئي ٿو ته پريون پار به. همه اوست جي هيڪڙائي به حق آهي ته همه از اوست جي وار ريڪا يا ڏار ريکا پڻ حقيقت آهي. انهن سيني تههن ۽ تهه خانن جي انڌار پونرن مان جيڪا غير يقيني ڪيفيت اُپري ٿي تنهن کي شيخ اياز هي لفظ ڏنا آهن.

## پرار تي ڪا پڪار آهي، مگر اڳيان تہ تار آهي، ڪٿي اسانجي اُڪار آهي، اياز ڪيڏانهن ناو نيندي

پرارا جي انهي پوڪار جو تہ پتو آهي پر تڪ تار جو پئو ڇڪا ڇڏائي ٿو ڇڏي. وڏن اڪابرن جو عقل، اوچو ٿي پيهي ٿو رهي. اهڙي ڪيفيت مان ئي بي يقيني وارو ادراڪ ايري ٿو ۽ خبر نٿي پوي تہ هي بيڙي جيڪا ڪنهن پل، ٻُڏي رهي آهي تہ ڪنهن پل، مٿي اُپڙي رهي آهي، ڪيڏانهن ڪٿي هلندي. جيڏانهن ڪٿي ويندي اُن پار جي ٿوري گهٽي پروڙ ۾ پرک هر ڪنهن کي حيرت ۾ هٽي ڇڏيو آهي. حسن جانان جي تعريف ممڪن ئي ناهي. نائي نيڻ نهارجن تہ اندر ۾ ئي دوست جو ديرو آهي پر ان ديري تائين پهچندي پهچندي جيڪي ڦوڙائي جا ڦيرا ماڻهوءَ کي ويرا وانگر وڙهن ٿا تن مان ئي اهڙي غير يقينيءَ واري ڪيفيت اُيري ٿي ۽ انسان کي پيا ڪانسواءِ سيڪجهہ اُماس نظر ٿو اچي. اها اُماس تڏهن ويندي جڏهن پرينءَ جي پرتوو ڪا چوڏس چانڊاڻ ڪندو. انهن سيني ڪيفيتن کي صادق فقير جيڪو صدائن جو روپ سروپ ڏنو هوان ويس ورن اياز جي خيال کي پنهنجي منطقي انجام ڏانهن اُڏار ڪرڻ ۾ مدد ڏني ۽ ٻُڏندڙن اهڙن بولن کي صدائن جي ويس ۾ ٻُڏي پنهنجي پنهنجي زندگين ۾ ڪنهن معنيٰ پرڻ جي ڪوشش ڪئي جيئن سندن اماس هاٽيون زندگيون، چوڏسا چانڊوڪيون ٿي پون. خيال جي انهي سفر ۾ صادق فقير جو وڏو ڪنٽريبيوشن آهي. اهي سُر ٻُڌي سيئي ماڻهو خصوصن نوجوان پنهنجي پنهنجي محبوبيت کي من ۾ سانديو منزل ڏانهن وڌندا رهندا ۽ اهي صدائون منجهن جيڪو ساهس پرين ٿيون ۽ اُتساه اُيارين ٿيون سو ڪين چٽي چانڊاڻ واري ماحول ڏانهن وٺي ويندو. اهو ڏينهن پري نہ هوندو جڏهن سندن زندگين مان سمورا اُما سي روپ ڪُروپ گتجي وندا ۽ سندن جين جر ڪي چٽي چانڊاڻ تي پوندو.

***

# The Concept of Poverty in the Poetry of Shaikh Ayaz

This universe is known by its diversification and versatility. Almighty Allah has created millions of millions species in the universe. Every creation has its specific characteristics that differentiate it from the other ones. The whole set up is well equipped and well balanced. Human being is the only creature bestowed with the bounty of knowledge, and assigned the reform agenda of this universe through innovative and positive thinking. This thinking process and free will enabled the human being to pilot the process of development throughout world. The history of human being evolution shows so many good developments to the credit of human being.

Experiencing the evolutionary process, man has developed many systems to live a better life. Thus human being uplifted it from savage and Neanderthal to the modern man equipped with very sophisticated gadgets and devices.

As the formal society took shape, social interaction started, and that envisaged economic relationships. Commodity for commodity or commodity for service was in vogue under the banner of barter economy. It evolved into cash economy and then shifted into market economy. The market economy focuses on profit and only profit for the sake of profit. This “for profit” race has played havoc with human being, because everything is measured in terms of profit. The natural resources are being utilized extravagantly. It created imbalance and inequality in the world because money is not substitute of those natural resources. It deprived of humanity its well being and pushed most of the population into abyss of the poverty.

Poverty is the name of that condition which has deprived of those things that determine the quality of life, including food, clothing, shelter and safe drinking water, but also "intangibles" such as the opportunity to learn and to enjoy the respect of fellow citizens.

Poverty may affect individuals or groups, and is not confined to the developing nations. Poverty in developed countries is manifested in a set of social problems including homelessness and the persistence of "ghetto" housing clusters

Economic aspects of poverty may focus on material needs, typically including the necessities of daily living, such as food, clothing, shelter, or safe drinking water. Poverty in this sense may be understood as a condition in which a person or community is

lacking in the basic needs for a minimum standard of well-being and life, particularly as a result of a persistent lack of income.

Analysis of social aspects of poverty links conditions of scarcity to aspects of the distribution of resources and power in a society and recognizes that poverty may be a function of the diminished "capability" of people to live the kinds of lives they value.

The social aspects of poverty may include lack of access to information, education, health care or political power. Poverty may also be understood as an aspect of unequal social status and inequitable social relationships, experienced as social exclusion, dependency, and diminished capacity to participate, or to develop meaningful connections with other people in society.

Poverty is pervasive and its effects are deep and profound. Most of us have experienced poverty in our lives in one form or the other, for it is difficult to scape its overwhelming presence. The level of deprivation, want and inequality are hard to miss in this deeply divided society. However, it is the vertical division of society which is very cruel and exploitative in nature.

The poets and writers, in their poetry and writings, have taken serious notice of it and condemned the main agents contributing to poverty. Shah Abdul Latif Bhitai, the greatest poet of the world also expressed his views on poverty and said;

ڏُڪاريا ڏيهہ مان، موذي شال مَرن

Following the suit, great Sindhi poet of modern times Shaikh Ayaz has took poverty as a subject matter for his poetic expression. His observation in this regard is very sharp and thought provoking.

Shaikh Ayaz, observes  whole country as entrapped with various sorrows and sufferings, where everyone is affected and there is no place to go to.

آيل هاريان آنء، هنجهون ڪنهنجي هنج ۾
دکي سا رو ديس آ هي هرڪنهن هيڏو هانءُ
جنهن کي ڏ ڍ نہ ڏانءُ سا ڪيئن ڪاٽي ڏينهڙا

*O my beloved mother!, in whose lap I may weep*
*The entire country is sorrow-stricken; every heart is drowned deep,*
*How pass the day, who has no support to keep*

Observing this grim situation, he asks, Sultan Bahu, a great sufi poet, that why people succumb to death due to hunger in this age of information and technology. Every one is restless. This system has snatched good values and has given begging bowl in the hand of humanity.

باهو اڄ بي موت مرن ٿا، ڇو ماڻهو جا ٻچا هُو
آئون نہ ڄاڻان، کهڙا کوڙا کهڙا آهن سچا هُو
ٻاهر ماڻهو پٿر جهڙا، اندر ڪاوا ڪچا هُو
ڪنهن کي ڪوئي چين نہ آهي، ملڪ مڙيوئي ڏچا هُو

*O Bahu! why people are dying so*
*abundantly,*
*I cannot distinguish who tells a lie and*
*who is truly,*
*Those seem hard are very brittle innerly,*
*None is in satisfaction, everywhere*
*turmoil completely*

This hunger and starvation lead towards crime and world is going to turn into hell. This compulsion urges human being to rob and steal everything that he or she can.

ڪيڏا ڪيس ڪري ٿو باهو،ماڻهو بُک جي وڳهي هُو
ڏگهي رسي ڏيئي هن کي رب پيو ٿو پسي هُو

*The man commits many crimes because*
*of hunger,*
*The Master is judging them by allocating*
*time longer.*

Allama I.I. Kazi has written that the thought is very beautiful thing but it depends on life. If there is life, there will be thinking. Otherwise no life no thought. Shaikh Ayaz has also discussed this phenomenon in his poetry. He says that life always seeks after food, and there is no sense of beauty without stuffing the belly.

سدا آهي ساهہ کي، ٻِيي جي ڳولا
ڍئو بنا ڍولا، ناهي ساڃهہ سونهن جي

During his visit to Thar, he observed the poverty of the area. He saw that how the hungry babies sleep and how their bed becomes wet due to severity of the suffering. He says;

ساري رات سُڪالڙا بجيرياٽي ٻار
ڪيڏي پگھر لارَ منجي آلا رلڪا

This severe poverty of Thar, draws attention of Shaikh Ayaz. He says that the flour pots are waiting for flour and the poor Maru are dying in thatched huts daily.

ٿر ۾ مٽيءَ ڪونڊيون اٿواٿوڪن
مارورز مرنَ چونئري چونئري ٻُک ۾

This whole scenario makes the poet very sad. The sorrows and sufferings of the poor people make him to weep for the greater relationship of sufferings. He writes;

ڏسي ڏُکيا ڏيل،ڳوڙھا ڳل ڳڙي پيا
ٻُکن بيمارين ۾ آزاريل عليل
زر ۽ زور ذليل ماٺھوئڙا ڪيا مُلڪ جا

The drought and famine conditions create so many problems and the people have to sell their assets and ornaments and jewelry to make both ends meet. But the hell of the belly remains unaddressed yet. Nowadays, you see watch or read in media that people are compelled to sell their kids. The poet takes serious notice of the condition and tries to depict the happenings of the whole year. He says;

سارو سال سٺاَ ڏجھا ھر ڪنھن ڏُرت جا
وڪٽي ڳہ ڳٿا ڪيسين پالئي پاڻ ڪي.

Thar, remained continuously as a backward and drought prone area where people have had a longing for rainfall because it brings prosperity. When there occurs the drought and famine conditions and people face severe food insecurity, then they look everywhere for food and every thing in nature looks like bread. Shaikh Ayaz notices the situation and depicts the feelings of a poor Thari child because children and women are mostly affected stratum of the society against the ruthless influx of poverty. He says;

آ گدري جي ڦار امان
اڄ پورو نہ آھي چنڊ،
اسان کي ٻُک بہ ڏاڍي آ
ڏُٿ نہ ڏورن ڏار امان

تون پيهين خالي جنڊ
اسان کي بک ٻہ ڏاڍي آ

It means Thari child reacts to the beauty of the moon and express about his hunger. Hungry mind becomes angry mind. Hunger generates crime.

Observing severe poverty and advocating for the cause poor and hungry people, the poet prays for the prosperity of dear homeland as poor Maru may become rich and might not to sell their lovely children due to hunger and poverty. He prays that;

نہ پورهيت ٻڏن پيٽ کي هيئن پٽيون
نہ هاري ڪڏهن رت سان ريج ڪن
نہ ڳيي لاءِ ڳولا ڪٿي ديس جي
نہ لولا لڇيائين نہ لوليون لڇن

Despite the trying conditions, Shaikh Ayaz is very optimistic and prays for the well being and prosperity of dear homeland. He says that Sindh will be prosperous and bounteous rainfall will lead Sindh towards more happy and prosperous future. He says;

مانڊي تي نہ نيٺ، ايندا مينهن ملير تي
وڄون ورنديون اوچتو لڳہ لهندا هيٺ
مارو ماکي ميٺ، ملندا توسان مارئي

Last but not the least, Shaikh Ayaz believes in bright future because the history will bring forth someone and s/he will rescue the people from the abyss of poverty. Then the poor people will own their resources and land. Consequently there will be prosperity everywhere and everyone will be happy. There will be no despair and dismay in the villages and small hamlets. That message is meant for all the downtrodden and marginalized people of the globe. Shaikh Ayaz says;

نيٺ تہ ايندو نيٺ تہ ايندو
فصلِ بهاران نيٺ تہ ايندو

ڪنهن ڇهري تي ياس نہ هوندي
هئين نہ عمر ويندي اجائي
اهڙو امڪان نيٺ تہ ايندو
فضل بهاران نيٺ تہ ايندو

توڙي پاڻ نہ هونداسين پر
پنهنجي ياد تہ هوندي ان سان
اهڙو انسان نيٺ تہ ايندو
فضل بهاران نيٺ تہ ايندو

That is real message for peace and harmony of the World, and we should strive to make it realize the message of Shaikh Ayaz as we can fight, with the dragon poverty, fairly and squarely.

وڃان ٿو وينجهار موتي ڏيئي اڻ ميا
صديون پيا سونجبا جن جا ڍير هزار
ٻڌي سوچ ويچار پرکيندا مون پارکو

❊❊❊

# شيخ اياز جي شاعريءَ جو ترجمو

## Lullaby

*My breast is abounding*
*Lulu, lulu, Lullaby!*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*No language matches*
*To that for infancy*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*Sindh has unique beauty*
*Lovely is our land*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*Any alien shelter*
*Is unwanted ever*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*Where is Bhitai's fragrance*
*I feel proud in service*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*My lap is ever loving*
*Leading to sound slumbering*
*Lulu, lulu, lullaby!*

*(**Vijoon Vasann Aaiyoon**, p.103, 3rd edition 1995,)*

# شيخ اياز کي منظوم پيتا

## برصغير جي مهان ڪوي شيخ اياز جي نالي

شعر ڪري سوسٿون، نڪتا تو مان نانگا
سرءِ سُک جا سانگا، ڪيا ڪانہ ڪوي تو.

ڪانهي توکي ڪوي، ٻي ڪائي چِت،
چاهين ٿو پت، ڪري من ڪوڙ جي.

کهڙالقب توکي ڏيان، تون تہ انوکو اسرار،
پانڌي تنهنجو پار، ڏسن اکيون اندر يون

ڏسن اکيون اندريون، سونهن سنوريو ديس،
شفق جهڙو ويس، آڇي تنهنجي شاعري،

آڇيئہ اسان کي، موتين جون پيالون،
وايون متواليون،بيت تنهنجا بانورا.

سونهان تو سنڌ کي، ڏنا ٻول املهہ،
مُڱ مُڱ موتيءَ تُل، سپنو تنهنجي ساه جو.

سنڌڙي سارينديِ سُڏڪا پري "شيخ"
ڳوڙها ڳاڙينديِ لڏڻ کان پوءِ لالٽا!

سچي تنهنجي شاعري،اُجرو تنهنجو ايمان،
ڪوتا تنهنجي ڪان، هنيو ڪاري ڪوڙ ۾.

(سهڻي شيخ اياز نمبر 2 ۾ ڇپيل...1991)

***

# اڪن نيراقليا : نون لفظن جي معني

| | | | |
|---|---|---|---|
| | ا : اسم | ع : عام | خ : خاص |
| ڏسٽي | مث : مونث | مذ : مذڪر | ف : فعل |
| | مص : مصدر | و : واحد | ج : جمع |

- **مامَ**(ا. مث): ڳُجهه- لڪل ڳالهه
- **آڪاسُ** (ا. مذ): اُڀ- آسمان- نڀ- امبر
- **سُرٻاٽُ**(ا. مذ. و): جذباتي سُس پُس
- **ڪڙاهه** (ا.مث.و): گهر جي لوڙهي يا مال جي واڙي جي لنگهه جي بند ڪرڻ جو ڪونيٽ مان تارو وڍي ٺاهيل روڪٽو در. ج. ڪڙاهون
- **مروئو**(اسم. مذ.و): ٻوٽي جونالو- نازبو- خوشبودار ٻوٽوج.مروئا
- **ڳڀرو** (صفت) : اُڀرندڙ جوان- ڪچو جوان
- **ويري**(ا- مث.و): ننڍو کوهه ج.ويرويون
- **ول** (ا. مث.و): اوپڙ جو هڪ ٻوٽو جيڪو مسلسل وڌندو ويندو آهي ۽ ٻيءَ شيءَ جهڙوڪ لوڙهي يا وڻ جو سهارو وٺي چڙهندو ويندو آهي يا وري زمين تي پکڙجندو آهي. ج.وليون
- **آنٻوهيل** (صفت): ڪڪوريل- اڌ پڪل
- **گدري** (ا- مث.و): هڪ ول ۾ ٿيندڙ ميوو جيڪو وسڪاري جي مند ۾ ٿيندو آهي. ج. گدريون مذ. گدرو
- **ڪارونجهر** (ا.مذ.خ): پارڪر ۾ موجود ڏونگرن جي سلسلي جو نالو جنهن جي هنج ۾ ننگرپارڪر جو شهر موجود آهي
- **ڀيرساهڻ** (اصطلاح): ساهي ڪٽي سگهه جمع ڪرڻ
- **ڪهڻ** (ف.مص): ڏاڪڙاطئي ڪري اچڻ
- **روهه** (ا. مذ): جبل, ڏونگر

- **ٽوپو**(ا.ع.و): برسات جي پاڻي گڏ ٿيڻ جو قدرتي هيٺاهون هنڌ جيڪو ترائيءَ کان ننڍو ٿئي ٿو ج. ٽوپا
- **ڪوسُ** (ا.عام.مذ.و): ڪوه مان پاڻي ڪڍڻ جو چمڙيءَ مان ٺهيل ٻوڪو ج. ڪوسَ
- **ورت** (ا.عام.مث.و): ڪوه مان پاڻي ڪڍڻ جي رسي جيڪا اڳ چمڙي مان ٻـ ٺاهي ويندي هئي ج.ورتون
- **پاتارُ** (ا.مذ): زمين جي اونهائي جتان پاڻي ملندو آهي. اٿاه اونهائي
- **ٽَنگُ** (ا.عام.مذ.و): گهوڙي ۽ اُٺ تي جنهن پٽي سان سنج يا پلاڻ قابو ڪيا ويندا آهن ج.ٽنگَ
- **پاڪڙو** (ا.عام.مذ.و): ڪاٺي جو فريم جيڪو سواري ۽ بار ڪڻڻ وقت اُٺ تي رکيو ويندو آهي ج. پاڪڙا
- **اوڙڪ** (ا.مث.و): هڪ وقت ۾ وسندڙ برسات جو ڇپل. ج. اوڙڪون
- **ڏِڱُ** (اـ مذ.و): وڏو ڇپل ـ ٽُڪرـ لاش ج.ڏڱَ
- **اَئٽُ**(ا.عام. مذ.و): ارٽ، چرخوـ ڪتڻ جو هٿرادو اوزار ج.ائٽَ
- **ٻايلَ** (اـ تصغير تعريفي): ٻائيـ ڀيڻـ عورت
- **روهيڙو** (ا.عام. مذ.و): وڻ جو نالو جنهن ۾ رنگبرگي گُل ٿيندا آهن ج.روهيڙا
- **ڊاڳو**(ا.عام.مذ.و): مڙهي يانوڻ جي ڇيڙي وٽ نرم زمين ج. ڊاڳا
- **ڊيل** (ا.عام. مث.و): مور پکي جي مادي ج. ڊيلون مذ.مورُ
- **نيات**(اـ مث): برادريـ برادريءَ جو سماجي سرشتو
- **لوئي** (اـ مث): اُن مان ٺهندڙ اوڍڻ جو ڪپڙو جيڪو عورتن ۾ استعمال ٿيندو آهي. ج. لوئيون. مذ. ڪٿو.
- **ڪانيا** (اـ مذـ ج): ڀُنيءَ تي ڪپڙي ۾ ٻڌي ڪنيل سنگ. و.ڪانيو
- **لسي** (اـ مث): ڇمايل کير ولوڙڻ سان تيار ٿيل ڇڊو مشروب
- **ڳهر** (اـ مث): اڌ ننڊـ غنودگيـ گهيراٽ
- **وينگس** (ا.مث): سهاڳڻ عورت
- **ڦُلڙي**(ا.مث.و): نڪ جو زيور جيڪو ناس جي هڪ طرف سوراخ ڪري پاتو ويندو آهي. ج. ڦلڙيون

- **هِنيون** (ا. مذ. و): دل- قلب- صدر. ج. هِنيان
- **سُندري** (ا- مث. و): سهڻي عورت- ڇوڪري. ج. سُندريون
- **پوتڙو** (ا.مذ.و): پائڻ جو ڪپڙو، استعمال هيٺ ڪپڙو ج. پوتڙا
- **ٽوٽُر** (ا- مذ- و): ريشم يا بانٺ مان گل وانگر ٺاهي گج وغيره ٽانڪيل ج. ٽوٽرَ
- **مُڪوپيرت** (ا- مذ): مڪي سان پيرت پيري ٺاهيل- مڪي وارو پيرت
- **جَهپو** (ا- مذ): پرڻيل ڪولهي عورتن جو قميص وانگر پائڻ جو ڪپڙو. ج. جهپا
- **سوس پلڻ** (اصطلاح): آسرو پلڻ- اُميد ختم ڪرڻ
- **پڙو** (ا- مذ- و): عورتن جو هيٺين ڌڙ تي پائڻ وارو ڪپڙو. ج. پڙا
- **ڪنجرو** (ا- مذ- و): پرڻيل عورتن جو مٿئين ڌڙ جو پرتيل قميص نما گج. ج. ڪنجرا
- **چُنيون** (ا- مث- و): عورتن جي مٿي تان اوڍڻ جو ڪپڙو. ج. چُنيون
- **جيسلمير** (ا- مذ): ننڍي ڪنڊ جو پاڳو جيڪو پاٽين جي مُک رياست رهيو آهي، هن وقت هندستان جي حصي ۾ آهي.
- **ڪنڪٽي** (ا- مث -و): چوٽي- سڳي. ج. ڪنڪٽيون
- **لوئڙياريون** (ا- مث- ج): لوئي اوڍيندرعورتون- ڏيهي عورتون. و. لوئڙياري
- **بُولي** (ا- مث- و): نَڪ ۾ پائڻ جو زيور. ج. بوليون
- **ڊولڳ** (ا.عام- مث): ننڍڙو دُهل- وڄائڻ جو ساز
- **ڊاٽيئڙو** (ا- مذ- خ): ٿري لوڪ گيت جو نالو.
- **هٿ ڪڙوليون** (ا- مث- مرڪب): هٿ ۾ پائجندڙ ڳهڻ
- **ڪُڙڪون** (ا.عام- مث- ج): ڪنن جو ڳهه. و. ڪُڙڪ
- **ڏاتورو** (ا.عام - مذ): هڪ ٻوٽو جنهن ۾ اڇا گُل ٿين ٿا ۽ ڏينن ۾ ٻج ٿئي ٿو هِي ٻوٽو زهريلو ٿيندو آهي- هن کي چرئو ڏاتورو بہ چوندا آهن.
- **ٽڏڙي** (ا- مث- خ): هڪ ڏڻ جنهن دوران چُلهو ٽڏو رکبو آهي يعني جوت نہ ٻاربي آهي- اڳين ڏينهن جو تيار ٿيل مني ڪاڏو ڪاڏو ويندو آهي.

- **راسوڙو** (ا.عام_ مذ_ خ): لوڪ گيت جو قسم جيڪو ڪولهي قبيلي سان لاڳاپيل آهي. راسوڙو ڳائڻ وقت ناچ بہ ڪيو ويندو آهي.
- **ڏانڊيو** (ا_ مذ_ خ): راند جو قسم جيڪا تلوار بازي سان مشاهبت رکندڙ آهي.
- **ڪاوا** (ا_ مث_ ج): ڪتائي ٿيل پالش ڪيل شيشي جا ٽڪرا جيڪي پرت ۾ استعمال ٿيندا آهن. و. ڪائو
- **ڪيوٽيون** (ا_ مث_ ج): ڪنن ۾ پائڻ جو مردن جو ڳهہ. و. ڪيوٽي
- **سرتي** (ا_ مث_ و): سهيلي_ سَکي_ جيڏي. ج. سرتيون
- **مَندر**: ہہ پٿون جيڪذهن ڪُندِ وٽ گڏيل هونديون آهن تہ گڏيل هنڌ جي هيٺيان زمين کي مندر چئبو آهي.
- **ڪائڙيا** (ا_ مذ_ خ_ ج): ڪائڙ پر ڳٽي جا رهاڪو. و.ڪائڙيو
- **ويري** (ا_ مث_ و): ننڍو ڪوهہ_ تانگهو ڪوهہ. ج. ويريون. مذ. ويرو
- **سائيڪا** (ا_ مذ_ ج): سٽ پُرهہ اونهائون_ 400 فوٽ اونها ڪوهہ. و. سائيڪو
- **سنگهارَ** (ا_ مذ_ ج): سنگ يا سانگ ڪري رهندڙ مالدار ماڻهو. و. سنگهارُ
- **ڪانڪهہ وارو لڪ** (ا.خ): ڪانڪهہ جي وٽن وارو لڪ
- **پٽڪولو**(ا.عام): ڏهرن ۾ سخت زمين جتي واري، اڇي ۽ ميرانجهي هوندي آهي.
- **جُتيءَ سڙاڪا** (ا_ مذ_ ج): جتي گهلجڻ سان نڪرندڙ آواز
- **اُپراٺو** (صفت_ مذ_ و): جنهن کي پيرن ۾ جتي نہ هجي.ج.اُپراٺا مث.اُپراٺي ج.اُپراٺيون
- **کُهنبا** (ا.عام_ مذ_ ج): رڳيل ڪپڙي جو هڪ قسم. و. کهنبو. مث. کُهنبي
- **پيلاسو**(صفت): ٻئي ٽنگهون هيٺ ڪري اُٺ تي چڙهڻ_ ٻن ڄڻن جي سواري
- **سورانگهي چڙهڻ**: هڪ طرف ٻئي ٽنگون ڪري چڙهي ڪرڻ.
- **پُونءِ پرڻ** (اصطلاح): ڏرتيءَ تي تبديلي اچڻ

- **ٿاري جو وڏو**(ا_ خ_ و): ماڻهن جي جهنگ مان گهڻو هلڻ سان ٿهيل وات. ج. ٿاري جا وڏا.
- **مارو**(ا_ عام): ٿر جا رهواسي، مارواڙ جا رهاڪو
- **مَچر** (ا_ عام): ڪنڊين ۾ بيٺل ڪچيون سنهيون سگريون.
- **پرڪٽو** (صفت): ٽڙڪٽو ٽڙڪو ڪري ٽٽندڙ
- **ڪنڊو** (ا_ ع_ مذ_ و): ڪنڊيدار وڻ جو نالو جنهن ۾ سنها پن ٿين ٿا. سگر ٿئي ٿو. (ج): ڪنڊو. (مث): ڪنڊي.
- **سوئيڪا** (صفت_ ج): سؤ سالن وارو. و. سوئيڪو
- **سمئہ انت**: وقت جو ڇيھ اچڻ
- **وسرام**(ا_ مذ): آرام_ سُڪون
- **ڪَبڙُ**(ا_ عام_ مذ_ و): وڻ جو نالو. ج. ڪَبڙَ. مث. ڪبڙي
- **مَنهنُ** (ا_ ع_ مذ_ و): ڇَنُو_ عارضي ڪکائون اجهو
- **سُرو**(ا_ عام_ مذ. و): سنهو جيت جيڪو اناج کي لڳندو آهي ۽ اندران اندران کائيندو رهندو آهي.
- **وٽراھ**(ا_اجتماع_ مذ): جهنگ_ پيلو_ گهڻا وڻ.
- **نموري**(ا_ ع_ مث_ و): نم جو ميوو. ج. نموريون
- **هُڙيو** (ا_ ع_ مذ_ و): پکي جيڪو شوق سان نموريون کائيندو آهي.ج.هُڙيا
- **ڏونگري**: ننگرپارڪر کان ڏونگري ڏانهن وڃبو تہ رستي تي گهاٽا وڻ ايندا.(اياز)
- **ٻير وَڏَ** (ا_ مرڪب): ٻيرن جي وادي_ ٻيرن جو وڏڃڻ.
- **گُرس** (ا_ ع_ مث_ و): واريءَ يا ڌسڙ ۾ ٿهندڙ پيرن جا نشان جيڪي واريءَ ۾ پير گچڻ ڪري ٿهندا آهن. ج. گُرسون
- **اڪوارو** (ا_ ع_ مذ): اڪ يا کپ جي سُڪل ڪاٺين کي سَٽي اُن مان ڪڍيل تاندورا جيڪي رسي ناهڻ ۾ ڪتب ايندا ويندا آهن. آڪارو
- **ٿوهرُ** (ا_ ع_ مذ. و): وڻ جيڪو رڻ پٽن ۽ ٿرن برن ۾ ٿئي ٿو. ج. ٿوهَرَ
- **ڪڪوھ** (ا_ ع_ مذ): شراب
- **پانڌيا** (ا_ عام_ مذ.ج): پنڌ ڪندڙ شخص. و. پانڌي

- **چارڻُ** (ا_ عام_ مذ_ و): ڳائيندڙ وڄائيندڙ قبيلو_ هڪ ذات جو نالو
- **مُرٽ** (ا_ عام_ مث_ و): ٿر ۾ ٿيندڙ گاهه جو نالو.ج. مُرٽون
- **پُرٽُ** (ا_ عام_ مذ_ و): ٿر ۾ ٿيندڙ گاهه جو نالو جنهن ۾ ڪنڊيدار ڪوپي ۾ سنهو ٻج ٿئي ٿو. ج. پُرٽَ.
- **بلوڪرڻ** (اصطلاح): انتظام ڪرڻ_ بندوبست ڪرڻ
- **وهٽُ** (ا_عام _ مذ_ و): جانور_ حيوان. ج. وهٽَ
- **ٻردُ** (ا_عام _ مذ_ و): ڍڳو_ ٻڙدَ. ج. ٻڙدَ
- **جهُڙ** (ا_ مذ): برسات جو قسم جنهن ۾ هلڪيون ڇنڊون پونديون رهنديون آهن يا سنهي ڦوهار مسلسل وسندي رهندي آهي ۽ اُڀ بادلن سان ڇانيل هوندو آهي.
- **ڇِپڙُ** (ا_عام_ مذ_ و): ول ۾ ٿيندڙ ميوو جنهن کي ڪچو به کائبو آهي ته ٻچائي پڻ.
- **نيارڻُ** (ا_عام_ مذ_ و): برساتي پاڻي گڏ ٿيڻ جي هنڌ جو عام نالو_ "ٽوپو"" ترائي" ۽" ڍهو" نيارڻ آهن.
- **ڪُپڙي** (ا_عام_ مث_ و): شيشي_ مس رکڻ جي شيشي_ ننڍي شيشي. ج. ڪُپڙيون
- **ڏهرُ** (ا_عام_ مذ_ و): سنئين سنواٽي مٿيهائي وسيع ايراضي. ج.ڏهرَ
- **گانءِ** (ا_عام_ مذ_ و): ڳوٺ.
- **مَدّ** (ا_ع_ مذ): شراب_ منو شراب
- **ڪلال** (ا_عام_ مذ): شراب وڪڻندڙ يا شراب جو ڪپائيندڙ_ واپاري
- **اُفق** (ا): آسمان ۾ سج ايرڻ جو هنڌ. (ض): شفق_ آسمان ۾ سج لهڻ جو هنڌ.
- **آهه** (ا_عام_ مذ): اڏون_ اواڙو
- **ٽر ٽيلهڻ** (اصطلاح): ڏکيو پنڌ ڪاٽڻ_ پنڌ ڪرڻ
- **بسنت** (ا_): بهار جي مُند_ بهار جي مند جو ڏڻ
- **اُڀريون** (صفت_ مث_ ج): اُتاوليون_ اُڀرائي ڪندڙ. (و): اُڀري. مذ. اُڀرو
- **پهرُ** (ا_ع_ مذ_ و): رات ۽ ڏينهن جو اٺون حصو يعني 3 ڪلاڪ تي مشمل ايڪو ج .پهرَ

- **پياس** (ا_ مث): اُڃ
- **رَلي** (ا_عام_ مث_ و): پُراڻن ڪپڙن کي سُڪارج ڪندي ٽاهيل اوڍڻ وڇائڻ جو ڪپڙو. ج. رليون
- **جوڀن** (ا_ مذ): جواني
- **وَنُ** (ا_ مذ): رنگ_ ڏيک
- **ڪويل** (ا_ع_ مث_ و): پکيءَ جو نالو. ج. ڪوئلون
- **ڄرڪي** (ا_ع_ مث_ و): مڇي جو قسم. ج. ڄرڪيون
- **آڙي** (ا_ع_ مث_ و): پاڻيءَ جو پکي. ج. آڙيون
- **وَهُ** (ا_ مث): وهڪرو_ پاڻي جو هالو.
- **ٻاک** (ا_ مث): سج جي روشنيءَ جون ڏرتيءَ ۾ اُڀ جي ميلاپ وٽان نروار ٿيڻ
- **ڪڪر ڪنٺ** (ا_ مرڪب): ڪڪرن جي قطار
- **هَسُ** (ا_عام_ مذ_ و): پکيءَ جو نالو_ هنج_ هَنسُ. ج. هَنسَ
- **انڊلٺ** (ا_عام_ مث): برسات ۾ سج جي روشنيءَ جي پاڻيءَ مان گذرڻ سان ٿهندڙ منظر_ ڏانگڙو
- **گوي** (ا_عام_ مذ): ڪوتا چوندڙ_ شاعر
- **لٻاڙ** (ا_عام_ مث_ و): اجائي ڳالهه ٻولهه_ بڪواس. ج. لٻاڙون
- **سانداري** (ا_عام_ مث_ و): ڪل رڱي اُن مان پاڻي رکڻ لاءِ ٺاهيل ٿيلهي. ج. سانداريون. مُذ. ساندارو
- **آرهڙ** (ا_ مذ): گرميءَ جي موسم
- **سڱرُ** (ا. اجتماع _ مذ): ڪنڊيءَ جي وڻ جون ڦرهيون.
- **سانگيا** (ا_عام_ مذ_ ج): سانگ تي ويندڙ_ مال سان گڏ لڏپلاڻ ڪندڙ. و. سانگي
- **ياٺ** (ا_ خ. مذ): هڪ ذات جيڪا ڳائڻ ۾ پيڙهيون ياد رکڻ جو ڪم ڪندي آهي
- **ٻير** (ا_ع_ مث_ و): هڪ ڪنڊيدار وڻ جو نالو. ج. ٻيريون_ ٻيرون
- **ڄار** (ا_ع_ مث_ و): هڪ وڻ جو نالو. ج. ڄاريون_ ڄارون.
- **پاپڙي** (ا_ع_ مث_ و): ڪن جي ڇيڙي وارو حصو جنهن ۾ سوراخ ڪري ڳهه ڳتا پاتا ويندا آهن. ج. پاپڙيون.

- **ڏُرگھلا** (ا_ع_ مذ_ ج): ڪنن ۾ پائڻ جو ڳهڻ. و. ڏُرگھلو
- **ناٿ** (صفت): ناستڪ_ انڪاري_ نانهن ڪندڙ
- **راڻاسر** (ا_ مرڪب_ مذ): ٿر ۾ مشهور ترايبن جو نالو جيئن چيلھار جي پر واري ترائي_ (راڻي واري ترائي)
- **سائيڪا سنجڻ** (اصطلاح): اونها کوهہ وارڻ_ اونهن کوهن مان پاڻي ڪڍڻ.
- **پورڻُ** (ا_ع_ مذ_ و): کوهہ تي چڙهندڙ چرخي جنهن تان ورت واري ويندي آهي. ج. پورڻ. مث. پوڻي
- **پرھہ** (ا_ مث): پرڀات_ سج اڀرڻ جو ويلو_ سحر
- **پاڻيھاريون** (ا_ مث_ ج): پاڻي آڻيندڙ. و. پاڻهياري
- **هيرڻُ** (ا_ عام_ مذ_ و): ٻوٽي جو نالو. ج. هيرڻَ
- **ڏَڀُ** (ا_ عام _ مذ_ و): گاهہ جو نالو. ج. ڏَڀ
- **ڪِرڙ** (ا_ عام _ مذ_ و): وڻ جو نالو. ج. ڪرڙ
- **امرت** (ا_ مذ): آب حيات_ حياتي ڏيندڙ پاڻي.
- **يهو واهہ** (ا.خ): توريت ۾ خدا جو نالو.
- **گوچارِ** (ا_ عام_ مث): پٽ جو اهم پاسو جنهن تي سج جي سڌي روشني نٿي پوي. ض. تڙڪول
- **ٻهڙو** (ا_ عام_ مذ_ و): ٻن دِلن جو جوڙو_ ٻهلڙو. ج. ٻهڙا
- **پوچانڊو** (ا_ عام_ مذ_ و): پٽ جو لاٽ وارو چيڙو
- **ڳارو** (ا_ عام_ مذ_ و): پٽ جو اهو هنڌ جتان پٽ تان وهڪري سبب واري ڳري ويئي هجي ۽ وهڪري جو نشان ڇڏي ويئي هجي. ج. ڳارا
- **نوڻ** (ا_ع_ مث_ و): ٻن پٽن جي وچ ۾ سوڙهي ايراضي_ هيناهين لاهي.
- **پاساڙو** (ا_ عام _ مذ_ و): پٽ جو پاسو. ج. پاساڙا
- **پاچ** (ا_ عام _ مث_ و): پاساڙي ۾ مال جي هلڻ سان ٺهيل ننڍڙا رستا. ج. پاچون *ڪن پٽن تي سڌو نہ چڙهي سگهبو آهي تنهنڪري ڪنهن سهوليت واري هنڌان مٿي چڙهڻ لاءِ وات ناهبي آهي جنهن کي پاچ چئبو آهي.* (اياز)
- **ٻُڪر واري** (ا_ عام _ مث): ٻني جو نالو
- **لانجه** (ا_ عام_ مث_ و): پٽ جو هيناهيون هنڌ جتان لنگه لاءِ وات هجي.

- **ائٹڻ جهمر** (ا- عام- مث): ٻن پٽن جي وچ ۾ ڊسڙ واري زمين جتان ماڻهن ۽ مال جو گذر هجي. (اياز)
- **گانگهيٽا** (ا- عام- مذ- ج): هڪ ٻوٽي ۾ ٿيندڙ ٻيرن جهڙا ميوا جيڪي ٽري ٻار ڪائيندا آهن. ٻوٽي کي گانگهيٽي چئبو آهي. و. گانگهيٽا
- **سِڻُ** (ا- عام- مذ- و): ٻوٽي جو نالو. ج. سِڻَ
- **ساريون** (ا- عام- مث): فصل جو نالو- چانورن جو فصل
- **توريو** (ا- عام- مذ): فصل جو نالو.
- **مُنهنگهڙو** (ا- عام- مرڪب- مذ- و): داخل ٿيڻ جو هنڌ. ج. مُنهنگهڙا
- **ڪنمال** (ا- عام- مث- و): ڳچيءَ ۾ پائڻ جو چانديءَ جو ڳهُ- ڪنٺ معنيٰ نڙي- ڳچي ۽ مالها معنيٰ هار
- **انچر** (صفت): تمام گهڻو- اڻ ميو
- **ڪرمين پاڳين**: قسمت سان- پاڳ سان
- **تاڙو** (ا- عام- مذ- و): پکيءَ جو نالو جيڪو مينهن کي سارينده آهي چاڪاڻ تہ اهو پلر پياڪو پکي آهي. ج. تاڙا
- **ڏيڏرُ** (ا- عام- مذ- و): سُڪي ۽ پاڻي جو ٽپڪا ڏيئي هلندڙ جانور.
- **جرهيڙي** (ا- عام - مث): چنڊ جي پڙ ۾ تجلو
- **ريلي پون** (صفت. مرڪب): پونءِ تي ريلا ڪري وهندڙ- ريلي پون مينهن
- **سينڍوٽيون** (ا- عام - مث - ج): ڪپڙي مان ٺاهيل سنهون جيڪا دِلو يا ٻيو بار ڪڻڻ لاءِ مٿي تي رکبي آهي. و. سينڍوڙي
- **مٽيرا** (ا- عام- مذ- ج): ٿُلها متارا چيڙ- ننڍا گدرا. و. متيرو
- **مِها** (ا- عام- مذ- ج): ول ۾ ٿيندڙ ميوو جيڪو پاڃيءَ طور استعال ٿئي ٿو. و. مِهو
- **لُري** (ا- عام- مُث): سياري ۾ لڳندڙ اڻ وڻندڙ ٿڌي هوا.
- **ڪونيٽ** (ا- عام- مذ): وڻ جو نالو.
- **راسيون** (ا- عام- مث- ج): سج جي ڪرڻن جو ڏارائون- شعاع- لهڻ وقت نظر ايندڙ روشني ڏارائون
- **پونتري** (ا- عام- مث- و): پکيءَ جو نالو جيڪو ٻاجهر جي فصل مان اوچتو پڙڪو ڏيئي اڏامندو آهي.

- **پروپوڻ** (اصطلاح): خبر پوڻ- حد جو اندازو هئڻ- سگه جو اندازو هئڻ.
- **همرچو** (ا- خ- مذ): ٿري لوڪ گيت جيڪو پوک جي مختلف مرحلن دوران ڳائبو آهي.
- **لاسيا** (ا- عام - مذ- ج): هڪ ٻئي کي مدد ڪرائڻ لاءِ ٻنيءَ تي آيل همراهه. و. لاسيو
- **پئيو** (ا- خ- مذ): ٿري لوڪ گيت
- **ترن مُنيا** (ا- عام- مرڪب- مذ): ٽِرن ۾ ڳُڙ ملائي ٺاهيل لڏون
- **چڙو** (ا- عام- مذ- و): وچت وارو سنيارُ جيڪو مال ۾ ٻڌبو آهي جيئن سُڃاڻپ ٿي سگهي ته مال پاڻ ۾ گڏ به هجي. ج. چڙا. مث. چڙي
- **چنگ** (ا- عام- مذ- و): چڙي جو هڪ قسم جيڪو ڪنجهي جو ٺهيل هوندو آهي.
- **چُٺاڪا** (ا- عام- مذ- ج): سِمي ايندڙ پاڻي. و. چٺاڪو
- **توڏڪي** (ا- عام - مث- و): اُٺ جو ننڍو ڦر. ج. توڏڪيون. (مذ): توڏو
- **ڪانياٽي** (ا- عام- مث- و): جهار هڪلڻ لاءِ ڳوڙهو اُڇلائيندڙ رسي ۾ سٽ مان ٺاهيل اوزار.
- **ڍولڙ** (ا- عام - مذ- و): پکي جيڪو ٻاجهر ۽ ٻي فصل مان پڪل داڻا کائيندو آهي. ج. ڍولڙ
- **ٻوهڙ** (ا- عام- مذ- و): ٻوٽي جو نالو. ج. ٻؤهڙ
- **ڦرڙا** (ا- عام-تصغير. ج): مال جا ننڍڙا ٻچا خصوصن رڍ ٻڪر ٺر جا. و. ڦرڙو.
- **ڏونريون** (صفت- ج): اڇي رنگ جون- ڍڳين جو رنگ. و. ڏونري
- **پٽوريون** (صفت- ج): پٽن واريون- پٽيريون. و. پٽيري
- **جيرويون** (ا- عام- مث- ج): زمين تي وڇائڻ جون ڏاس مان ٺاهيل فراسيون. و. جيروئي
- **ڏِڪري** (ا- عام- مث- و- ڍاٽڪي): ڏيءَ ج. ڏڪرين
- **اکري ڪڙڪائڻ** (اصطلاح): هڪ سوڻ جيڪو ڏيءَ ڄمڻ وقت ڪيو ويندو آهي.
- **پٺهاري** (ا- عام- مث- و): پاڻي آڻيندڙ. ج. پٺهياريون

- **ڪجليو**(اِ_ خ_ مذ): لوڪ گيت جو نالو.
- **جوڏاٽو**(اِ_ خ_ مذ): لوڪ گيت جو نالو.
- **ڏھوڪو**(اِ_ خ_ مذ): لوڪ گيت جو نالو.
- **ليالو**(اِ_ خ_ مذ): لوڪ گيت جو نالو.
- **اواڙو** (اِ_ عام_ مذ_ و): کوھہ مان پاڻي ڪڍي مال لاءِ جنھن اَڏ ۾ پاڻي گڏ ڪبو آھي تنھن کي اواڙو چئبو آھي. ج. اواڙا. مث. اواڙي
- **گولاڙو**(اِ_ خ_ مذ.و): ھڪ وڻ جو نالو جنھن ۾ رسدار ميوو ٿئي ٿو.
- **موگرول** (اِ_ خ_ مث): ھڪ وڻ جو نالو.
- **آرتي** (اِ.خ_ مث): ھندو پوڄا جو ھڪ منتر
- **آڳانجھہ** ( ): قدامت_ اونھائي.
- **ڏرڙ**(اِ_عام_ مذ): برساتي پاڻيءَ سان پٽ ۾ ٿيل ٿاڻ جو رھجي ويل نشان.
- **اجھور** (اِ_ عام_ مذ): ڳوٺ يا آباديءَ جي آسپاس وارو ھنڌ جيڪو آسائش طور استعمال ٿيندو آھي ۽ سڄي ڳوٺ جي گڏيل ملڪيت ھوندو آھي.
- **گئوچرُ** (اِ_ عام _ مذ): مال جو وسيع چراگاھہ وارو سنئون سنواٽو ھنڌ. (گَئو: ڳئون+ چر: چرڻ).
- **نرواڻ**(اِ_ عام_ مذ): ڇوٽڪارو_ نجات
- **اُپراٽو** (صفت_ مُذ_ و): بنا جتيءَ جي ھلندڙ پانڌي_ جنھن جي پير ۾ جتيءَ نہ ھجي. (مُث): اُپراٽي. ج. اُپراٽا.
- **ڪولھي** (اِ_ خ_ مذ): ھڪ ذات جو نالو.
- **اڪارٿ** (صفت): بيڪار_ جنھن جو ڪو ڪارج نہ ھجي.
- **اپلاڻ** (صفت): جنھن تي پلاڻ يا پاکڙو نہ ھجي.
- **ڦوڳ ڦِرڻ**: ڦوڳ جي وڻ ۾ ڦڙالا لڳڻ.
- **ڇڙو** (صفت): اڪيلو.
- **ڇاڇرو**(اِ_ خ_ مذ): شھر جو نالو جيڪو تعلقي ھيڊڪوارٽر بہ آھي.
- **ٺمڄڻ** (ف.مص): رُڪجڻ_ بيھجي وڃڻ.
- **ڇمرَ** (اِ_ عام_ مذ_ ج): پاڻيءَ وارا ھلڪا ھلڪا بادل جيڪي ڏرتيءَ جي ويجھو اُپ ۾ ترندا رھندا آھن.

- **كروت** (ا_ عام _ مث_ و): عارضي مسجد جتي صرف پڙي صاف ڪري نماز پڙهڻ جو هنڌ مقرر ڪيو ويندو آهي.
- **سائون** (ا_ خ_ مذ):گاه جو نالو.
- **وانڍ** (ا_ عام_ مث_ و): مال سانگي يا وسڪاري جي موسم ۾ ٻنيءَ تي قائم ڪيل عارضي ڳوٺ/ وسندي. ج. وا نڍيون
- **سُكالڙا** (صفت): بيمار_ سقيم
- **بجير** (ا_ خ_ مذ): هڪ ذات جو نالو. مث. بجيرياڻي.
- **رپ** (ا_ عام _ مث): اناج جو ڏارو اُڪاري ڻاهيل پيچ
- **اونگهہ** (ا_ عام _ مث_ ڊاتڪي): ننڊ
- **آلٽ** (ا_ عام_ مث): ڳهر
- **نساها** (صفت): مُئل_ جن ۾ ساهہ نہ هجي.
- **جانكر جهارو** (ا_ عام_ مذ): ڦيڏري يا ڇڊي لسي سان ٽيندڙ ناشتو.
- **ڪيتڪي** (ا_ عام_ مث_ و): پکيءَ جو نالو.
- **چڙسي** (ا_ عام_ مث_ و_ ڊاتڪي): کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ جو ننڍڙو ٻوڪو جيڪو چمڙي يا ربڙ مان ٺاهيو ويندو آهي.
- **واهڙ** (ا_ عام _ مذ): وهندڙ پاڻيءَ وارن هنڌن جو عام نالو.
- **ولوٽو** (ا_ عام_ مذ_ و): کير ڄمائي پوءِ اُن کي ولوڙڻ جو عمل ج. ولوٽا
- **گانءِ** (ا_ ع_ مث_ ڊاتڪي): ڍڳي
- **گونگي** (صفت): جيڪو ڳالهائي نہ سگهي_ نہ ڳالهائي سگهندڙ. ج. گونگيون. (مذ): گونگو
- **پائر** (ا_ خ_ مذ): ٿر جي پارڪر واري علائقي جو نالو.
- **آنيوميو آهي**: اُپ مستي ۾ آهي.
- **آكاڙ** (ا_ خ_ مذ): مهيني جو نالو.
- **ڏانگڙو** (ا_ عام_ مذ): برسات دوران سج جي روشنيءَ سان ٺهندڙ روشني جي مختلف رنگن وارو گول پٽو_ اندلٺ_ قوس قزم
- **ٻائوري** (ا_ عام_ مث): نالو هڪ ٻوٽي جو.
- **آر** (ا_ عام _ مُث_ و): هڪ جيت جو نالو جيڪو برسات کي ساري آواز ڪندو رهندو آهي. ج. آرون

- **ڪتين جو اوپار**: چيٽ ۾ پرهه ڦٽڻ ڪانپوءِ ڪتيون اُپرنديون تہ انهن کي ڪتين جو اوپار چئبو آهي اُن ڪان پوءِ مينهن جي مُند شروع ٿيندي آهي. (اياز)
- **چيٽ** (ا- خ- مذ): مهيني جو نالو.
- **لُپرڪا** (ا- مذ- ج): زبان جو ٻاهر نڪرڻ اندر پوڻ جو ڏيک
- **واسينگ** (ا- عام- مذ): ڪارو نانگ.
- **ڪامهہ**: ڏکڻ اولهہ ڪنڊ جي هوا جا يا تہ مينهن کي توڙي ڇڏيندي آهي يا تہ ساندهہ ڏينهن جا ڏينهن مينهن وسندو رهندو آهي. *(اياز)*
- **ڇنا وانئر**: (ا.مرڪب.مث): آڪاڙ جي ڪاڙهي ۾ جڏهن ڪڪر ايندا آهن تہ ڪاراڻ ٿي پوندي آهي پوءِ تيز هوا لڳندي آهي جنهن کي وانئر چئبو آهي ۽ ڇنن جا ڪک اُڏامي ويندا آهن.
- **وِنڙو** (صفت): ونڙيل- بگڙيل- ڇڊو ٿيل.
- **روهي مينهن**: گهاٽو مينهن *(اياز)*
- **راسو مينهن**: جنهن جون ڦڙيون ننڍيون ٿينديون آهن. *(اياز)*
- **ڪاٽينا** (ا- عام- مذ- ج): نيش- وڏا ۽ تکا ڏند جيڪي باقي ڏندن جي وچ تي هوندا آهن.
- **اَسوءَ اوهيرا**: اسوءَ جي مهيني ۾ ٽڪرن ٽڪرن پوندڙ مينهن *(اياز)*
- **ڇانهولو**: ڇانو- جا ڪڪر سج جي آڏو اچي ڪندا آهن.
- **ڀيل** (ا- خ- مذ): هڪ ذات جو نالو.
- **اسرائيل** (ا- خ- مذ): هڪ ملڪ جو نالو.
- **کنو** (ا- ع- مذ- و): تلوار. ج. کنا
- **جهارِ** (ا- اجتماع): فصل ڪائيندڙ ٽِڪي
- **ڏجهي** (ف): دانهون ڪري ڪري- مسلسل ڪوڪڻ.
- **ونگو** (ا- خ- مذ): ٿر جي هڪ حصي جو نالو.
- **وٽ** (ا- خ- مُث): ٿر جي هڪ حصي جو نالو.
- **سيما** (ا- ع- مث- و): سرحد- دنگ. ج. سيمائون
- **پارڪر** (ا- خ- مذ): ٿر جو مٿيهاٽو علائقو
- **وٽڙٽ ويڄڻ (اصطلاح)**: اجايو وڄڻ- بيڪار وڄڻ.

- **پيهو**(اِ- ع- مذ- و): جهاز هڪلڻ لاءِ ناهيل مٿاهون هنڌ ج. پيها
- **وراٽي** (اِ- ع- مث- و) گيت جي موٽ يا موٽڻ لاءِ يا متوج ڪرڻ ڪرڻ لاءِ ڳائيندڙ گيت. ج. وراٽيون.
- **تورڻ**(اِ- اجتماع): اناج يا ڪاڏي جو سامان
- **تونڪرو**(اِ- ع- مذ): ڳڻتي- فڪرمندي- محتاجي.
- **ڦُرُ** (اِ- ع): مال جي نيڏڙي ٻچي لاءِ ڪم ايندڙ عام لفظ.
- **ڏُهڻ** (ف- مص): مال مان کير ڪيڙڻ جو عمل
- **چرهو**(صفت- مذ- و): چرندڙ- چاروڪ. ج. چرها. مث. چرهي.
- **جهيرٽو**(اِ- خ- مذ- و): هڪ گاهہ جو نالو.
- **ڏاٻورو**(اِ- ع- مذ- و): داٻلو
- **اوناڙي**(اِ- ع- مذ- و- ڍاٽڪي): اُنن جو مالڪ- اُٺ پاليندڙ
- **چروڙو**(اِ- ع- مذ- و- ڍاٽڪي): لوٺو. ج. چروڙو. مث. چروڙي
- **لڳهہُ**(اِ- ع- مذ- و): ٻنل ڪڪر- پاڻيءَ وارو ڪڪر. ج. لڳهہَ
- **پاچاري** (اِ- ع- مث): ڏڳن، ڳڌهن جوتڻ لاءِ ڪاٺ جو فريم جنهن ۾ ڏڳا/ ڳڌهہ جوٽي کوهہ مان پاڻي ڪڍيو ويندو آهي يا هر ڪاهيو ويندو آهي.
- **جونجڻ**. ف. پاچاري ۾ نهڪي ٻيهڻ.
- **اوهاڙڏيڻ**: ڳولڻ- آسپاس ۾ آڏوٺي پيرو يا نشان ڳولڻ.
- **ڪونياريو**(اِ- خ- مذ- و): نانگ جو نالو جيڪو نارنگي رنگ جو ٿئي ٿو. ج. ڪُنياريا
- **پيئڻ** (اِ- خ- مث- و): ٿر ۾ هڪ ٻلا جو نالو جنهن لاءِ اهو مشهور آهي تہ اُها زهر وات ۾ ڦوڪي وجي ٿي تنهنڪري اُن کي ڦوڪٽي بہ چون.
- **پيئڻ پيتل**: پيئڻ ٻلا جو ڪکيل
- **ڪاهوءَ جو دڙو**(اِ- خ- مذ): ميرپورخاص جي پر ۾ آثار قديم جو دڙو
- **ريهہ هُجڻ (اصطلاح)**: ڏاڙهي جو ڦٽي نڪرڻ- ڳلن تي سنها وار اچڻ.
- **پانءِ** (اِ- ع- مث): اُٺ جي هڪ وچڙندڙ بيماري *(اياز)* - اُٺ کي ٿيندڙ ڪاڇيءَ جي بيماري
- **ساندارو**(اِ- ع- مذ- و): پاڻي وجهڻ لاءِ رڱيل ڪل جي ٿيلهي مث. سانداري

- **پخال** (ا_ ع_ مث_ و): پاڻي وجھڻ لاءِ ڪپڙي، چمر يا ربڙ مان ٺاھيل ٻن ڪُٺن واري ٿيلھي نما ٿئي جيڪا اُٺ يا گڏھ تي پاڻي ڪڍڻ لاءِ استعمال ٿيندي آھي.
- **گُگھہ**(ا_ ع_ مذ_ و): پکيءَ جو نالو. ج. گُگھہ
- **ڪُتِ**(ا_ ع_ مث): سنھا مڇر. (مذ): مڇر
- **مُنگھڻ** (ا_ ع_ مذ_ و): ھڪ جيت جيڪو ڪتن ۾ ۽ پلنگن ۾ لڪي ويندو آھي ۽ سمھڻ ڪانپوءِ چڪ پائيندو آھي.
- **چچڙُ**(ا_ ع_ مذ_ و): جيت جو مال کي چُھٽندو آھي. ج. چچڙَ.
- **ڏوڪر** (ا_ ع_ مث): شوڪر جو آواز_ نانگ جي جسم گھجڻ سان نڪرندڙ آواز.
- **ڪڪجڻ** (ف_ مام): نانگ جو چڪ لڳڻ لاءِ مام ۾اِن ريت چئبو آھي.
- **جھاڙُو لو**(ا_ ع_ مذ): پيرن ڪان گوڏن تائين رڍ يا ٻڪريءَ جي کل مان لباس جنھن تي نانگ جو اثر نہ پوي *(اياز)*. ج. جھاڙولا
- **گڊو (صفت_ مذ_ و)**: نانگ جو رنگ_ گڊي رنگ جو نانگ. ج. گڊا.
- **گورھيڙو** (صفت مذ. و): گورھيڙي رنگ وارو نانگ. (ج): گورھيڙا
- **پَدمُ**(ا_ ع_ مذ_ و): نانگ جو نالو جيڪو ھٿ جيترو ٿيندو آھي. ج. پدمَ
- **جھموڙي**(ا_ ع_ مذ): نانگ جو قسم
- **جھوڙ**(ا_ ع_ مذ): نانگ جو قسم
- **سَپ** (ا_ ع_ مذ_ ڏاٿڪي): نانگ
- **سراپ** (ا_ ع): دھشت_ پئُ
- **ڏُرڪڻ** (ف): ھيٺو ٿيڻ_ ھراسجڻ.
- **مورُ**(ا_ ع_ مذ.و): ٿر جو مشھور ۽ خوبصورت پکي ج. مورَمث.ڍيل
- **ڄاھوج ڄاھا** (ا_ ع_ مذ): نوريئڙو
- **وِھُ**(ا_ ع_ مذ): زھر
- **سينڊ** (ا_ ع_ مث): چپ گول ڪري ڪڍيل آواز
- **ماڪيءَ مانارو(ا.مرڪب)**: ماڪيءَ جي ٺاھڻ جو گھر جنھن ۾ مکيون ماکي ٺاھينديون آھن.
- **اگوندرو** (صفت): گوندر ڪانسواءِ_ بي ڏپو_ بي غمو

- **ٻوڪجڻ** (ف) : ٻرجڻ- ڏُڪو ٿيڻ- ٻُورجڻ.
- **گهر ڏٽي** (ا- مذ) : ڪوئا
- **راڄ مهاڄڻ**: وڏيرا- چوڌري- جاگيردار.
- **ڪهہ** (ا- ع) : ماڪڙجا ٿولا *(اياز)*.
- **اسوندرو** (ا- ع- مذ- ڍاتڪي) : هڪ ٻاڙت ٻوٽو جيڪو ٻئي وڻ تي چڙهي اُن مان ڪان و حاصل ڪندو آهي.
- **ڪڙيارا گاگهرا**: پٽ جا, نفس ٻَڙا يا گهاگهرا *(اياز)* - جن ٻَڙن ۾ ڪڙيون يا پاٽ جوڙيل هوندا آهن.
- **ٻنپرڪو** (ا- ع- مذ) : هلڪو انڌيرو
- **ڪڙتال** (ا- ع- مث- و) : هٿ سان وڄائڻ جو سادو ساز.
- **جهُل** (ا- ع- مث- و) : اُٺ ڪي پلائڻ لاءِ مٿي وجهڻ وارو ڪپڙو. ج. جهُلون.
- **جهُل وجهڻ**: پلائڻ لاءِ وهٽ ڪي سنبرائڻ
- **وهلور** (ا- ع- مذ) : پور- خيال- پهہ- ڳڻتي.
- **ٻوري** (ا- ع- مث- و) : ڏاس مان ٺاهيل ڪاهي. ج. ٻوريون. مذ. ٻورو- ٻورا.
- **ڪرڙُ** (ا- ع- مذ- و) : ڏاس مان هيٺ وڇائڻ لاءِ ٺاهيل دري. ج. ڪرڙَ
- **خُرزين** (ا- ع- مُث) : گهوڙن تي پئسا ڪڻڻ جون ٿيلهون. ج. خرزينون
- **رُڃ** (ا- ع- مث) : سراب
- **سانوڻ ٽيڄ** (ا- خ- مث) : هڪ تهوار جو نالو جيڪو سانوڻ ۾ ڪنواريون ڇوڪريون ملهائينديون آهن ۽ هي ڏڻ ٽن ڏينهن تي مشتمل آهي.
- **ڪُوءِ** (ا- ع- مث) : گلي- گهٽي.
- **اميراڻي ڪوءِ**: اميرن جي رهڻ جي گهٽي جتي امير رهندا هجن.
- **ولهارُ** (ا- ع- مذ- و) : وسيع- سرسبز ۽ خوشحال پَٽ يا ميدان. ج. ولهارَ
- **اُماس** (ا- ع- مث) : اوندهہ ڀاٽ- ڪاري رات- جنهن رات ۾ چنڊ بلڪل نہ اُڀري
- **هَنو** (ا- ع- مذ- و) : گهوڙي جي ساجامن جو هڪ وڙ- هنو گهوڙي تي وجهڻ- گهوڙي ڪي سفر سواريءَ لاءِ سنبرائڻ.
- **ڪانڪهہ** (ا- ع- مث) : وڻ جو نالو- هِي وڻ هاٿي گهتجندو وڃي پيو.

- **پنڌ** (ا_ ع_ مذ): مفاصلو.
- **پانڌي** (صفت_ مذ): پنڌ ڪندڙ_ پانڌيئڙو
- **سرمد** (ا_ خ_ مذ): مشھور ابدال صوفي.
- **دارا** (ا_ خ_ مذ): شاھجھان بادشاھ جو وڏو پُٽ داراشڪوه
- **پَسارُ** (ا_ ع_ مذ): گھمڻ يا تفريح لاءِ ھلڻ
- **ويسوڙو** (صفت مذو): ويساھ ڪندڙ_ اعتبار ڪندڙ. ج. ويسوڙا
- **واچوڙو** (ا_ ع_ مذ_ و): تيز ھوا وارو دز اڏائيندڙ طوفان. ج. واچوڙا.
- **پرڪرتي** (ا_ ع_ مث): ڪائنات *(اياز)*
- **مَندرُ** (ا_ ع_ مذ_ و): ھندن جي عبادت جي جاءِ.
- **گلس** (ا_ع_ مث): ڪونگرو_ مندر جو منارو
- **ڏان** (ا_ ع_ مذ): اناج
- **ڌَنُ** (ا_ اجتماج_ مذ): ملڪيت_ قيمتي وٿون.
- **گُندي** (ا_ ع_ مث_ و): اناج رکڻ لاءِ مٽي جو برتن
- **سپنو** (ا_ ذ_ مذ): خواب_ رات جو ننڊ ۾ نظر ايندڙ لقاء. ج. سپنا
- **ڀاھوڙ** (ا_ مذ): حملو جُلھ
- **چوٿ جو چنڊ**: چوٿين تاريخ جو چنڊ
- **مالھاري** (ا_ ع_ مث): ھڪ پکي جنھن جي ٻولڻ مان ڀاڳ نياڳ وارا نتيجا ڪڍيا ويندا آھن.
- **ڪوڙڪي** (ا_ ع_ مث_ و): ڦاسائڻ جو اوزار جنھن ۾ شڪاري شڪار ڦاسائيندا آھن. ج. ڪوڙڪيون
- **رَٿُ** (ا_ ع_ مذ_ و): چڙھيءَ جو تخت جنھن کي گھوڙا يا ھاٿي ڇڪيندا ھئا. ج. رٿَ
- **ڏيرُ** (ا_ مذ_ و): دلاسو_ سھارو
- **اُڀرڪو** (ا_ مرڪب_ مذ): ھلڪا بادل جن سان آسمان ڇانيل ھجي.
- **جھُڙ** (ا_ ع_ مذ): سنھي برسات_ ھلڪي برسات
- **آدجگاد** (ا_ مذ): ازل_ مُنڍ
- **اوڙاھ** (ا_ مذ): اونھائي
- **ٽوٽو** (ا_ ع_ مذ_ و): جادو يا عمليات جو ھڪ روپ

- **ڦيٽو**(ا_ ع_ مذ_ و): جادو يا عمليات جو هڪ روپ_ دم ڪرڻ.
- **ٽوٽڪو**(ا_ ع_ مذ_ و): جادو يا عمليات جو هڪ روپ
- **ايڪ** (صفت_ مذ): هڪ
- **انيڪ** (صفت_ مذ): گهڻا_ اڪثر
- **گِرڻ**(ا_ مث): گچڻ وارو هنڌ_ ڏُٻڻ_ جنهن ۾ گچي وڃجي.
- **روجه**(ا_ ع_ مث): جانور جو نالو جيڪو ڏِڳيءَ جهڙو ٿئي ٿو_ نيري ڳئون
- **وسرام**(ا_ مذ): آرام_ ساهي_ وسرامي. صفت. آرام ڪندڙ
- **ڳاھہ ڳهڻ**: ڪنهن عمل کي مسلسل ڪرڻ يا اُن مان مسلسل گُذرڻ
- **انبار** (ا_ ع_ مذ): ڍِڳُ_ ذخيرو
- **پاڳ ڦرڻ**: قسمت تبديل ٿيڻ
- **راوي**(ا_ خ_ مث): نديءَ جو نالو.
- **سنڌو**(ا_ خ_ مث): نديءَ جو نالو.
- **مولسري**(ا_ خ_ مث): خوشبودار وڻ.
- **موركتا** (ا_ ذ_ مث): بيوقوفي
- **فرشتو**(ا_ ع_ مذ_ و): ملائڪ. ج. فرشتا
- **واٽڻ** (ف_ مص): ڳُتڻ_ واڻ وجهڻ
- **اٽائو**(صفت): اويلو_ بي وقتائتو. (ضد): سٽائو
- **سٽائو**(صفت): وقتائتو_ وقت سر
- **ٻوٽاڙيون** (ا_ ع_ مث_ ج): مُنهن تي چڙهيل شئي جيڪا وات جي چرپر کي محدود ڪري
- **ساهس ساهڻ** (اصطلاح): همت ڪرڻ_ اُتساھہ سان وڌڻ.
- **قوس قزح** (ا_ مذ): اندلٺ_ ڏانگڙو
- **مهتابي** (صفت_ مذ): خوبصورت_ چنڊ جهڙو
- **رُخسار**(ا_ مذ): ڳُل
- **ڪهڪشان**(ا_ اجتماع_ مث): ستارن جي ميڙاڪن جو منڊل
- **رُويا** (ا_ع): خواب
- **موتيو**(ا_ مذ): گُل جو نالو_ اُن گل واري ٻوٽي جو نالو.
- **چنار** (ا_ مذ): وڻ جو نالو

- **نووروني** (صفت_ مث): نئين روپ واري
- **رات رمڻ**: رات ماڻڻ_ رات ڪيڏڻ
- **ڌهڪاءُ** (ا_ مذ): دهشت_ دٻدٻو_ خوف
- **آڏي گام** (ا_ مذ): ڳوٺ جو نالو جيڪو ننگرپارڪر جي پير ۾ آهي.
- **ڪاسٻو** (ا_ مذ): ڳوٺ جو نالو جيڪو ننگرپارڪر جي پير ۾ آهي.
- **سام** (ا_ مث): پناهه
- **ڪَلي** (ا_ ع_ مث): رڱيل ڪل مان پاٽي ڪچڻ لاءِ ناهيل ٿيلهي.
- **ڪنڌو** (ا_ خ_ مذ): ٿر جو هڪ پاڳو
- **فانوس** (ا_ ع_ مذ): روشني ڏيندڙ اوزار_ گولو بتي.
- **اُڻ تُڻ** (ا_ مث): ڳڻتي_ بيچيني.
- **مڏ ماتو هجڻ**: مست هجڻ.
- **مارڳ** (ا_ ع_ مذ): واٽ_ لنگهه
- **ڌڙ ڌڙ**: الڳ الڳ
- **سيراندي** (ظرف): مٿي ڪان
- **سِر ڪاٽڻ** (ف مص): ڪسڪائڻ_ آهستي آهستي ڪا شيءَ هيٺيان ڪيڻ
- **چارو** (ا_ ع_ مذ_ و): رستو_ واٽ. ج. چارا
- **ڪبيرا** (ا_ خ_ مذ): او ڪبير_ ننڍي ڪنڊ جي نامياري ڀڳتي شاعر ڪي مخاطب ٿيل
- **ڪيلاش** (ا_ خ_ مذ): جبل جو نالو.
- **مانسرور** (ا_ خ_ مث): ڍنڍ جو نالو جنهن مان سنڌو ندي نڪري ٿي.
- **وشواس** (ا_ مذ): ويساهه_ ڀروسو_ اعتقاد
- **شِوالو** (ا_ ع_ مذ): شو جو مندر يا آستان
- **همالو** (ا_ خ_ مذ): جبل جو نالو جنهن جي چوٽي دنيا جي اُتاهين چوٽي آهي
- **ڪير ٿر** (ا_ خ_ مذ): سنڌ جي هڪ جابلو سلسلي جو نالو
- **ناؤ ۽ نوش**: کائڻ پيئڻ_ رنگ رليون
- **خرابات**: نشو_ مستي

- **ڪاروان** (اـ مذ): قافلو
- **مماتي** (اـ مث): مُئل شيون
- **گيان** (اـ مذ): علم ـ ڄاڻ
- **آتما** (اـ مذ): روح
- **روح** (اـ مذ): آتما
- **ڪاڪ** (اـ خ ـ مث): نديءَ جو نالو
- **ڪُرلاءُ (ا.مذ)** : ڪڙڪڻ جو آواز. ڪونجن جي ٻولي
- **ڪجائو** (اـ مذ): ماڻهن کي ڪٺڻ جو ڪاٺ مان ٺاهيل ڏوليون. ج. ڪجاوا
- **نيئر** (اـ ع ـ مذ): زنجير ـ قابو ڪندڙ اوزار
- **نيئر ڇنڻ(اصطلاح)** : پيڪڙا توڙڻ، آزاد ٿيڻ
- **اورنگي** (اـ خ ـ مث): علائقو ـ ڪراچيءَ جو هڪ ٽائون
- **ڪاهي** (اـ مث ـ و): ڪڏ ـ کوٽيل هنڌ. ج. ڪاهيون
- **ورانگهه** (اـ مث ـ و): وک. (ج): ورانگهون
- **تاريلي** (صفت ـ مث): تارن ڀري ـ تارن واري
- **جر** (اـ ع ـ مذ): پاڻي
- **وترو جر**: ججهو پاڻي
- **وهامڻ** (ف ـ مص): گُذرڻ ـ لنگهي وڃڻ ـ هليو وڃڻ
- **جٺائون** (اـ مث): ڳرنديون ٿيل ڏگها وارا جيڪي سنياسي ۽ جوڳين ۾ عام آهن.
- **لائون** (اـ مث): گهوٽ ڪنوار جي مٿن ڇُهائڻ جو عمل
- **پاڳي** (اـ مذ ـ ): پيري
- **پرهه جا پاڳي**: پرهه جا پيري
- **کرو ۽ لائو**: مظبوط ۽ پختو ۽ لڏندڙ لمندڙ
- **اُفق** (اـ ذ ـ مث): سج اُڀرڻ وارو زمين ۽ آسمان ملڻ جو هنڌ
- **شفق** (اـ ذ ـ مث): سج لهڻ وارو زمين ۽ آسمان ملڻ جو هنڌ
- **سگهيرو** (صفت مشابهت): وڏيڪ سگهو ـ وڏيڪ مضبوط
- **شاهه عنايت** (اسم خاص): مشهور انقلابي اڳواڻ

- **جهوڪ** (ا_ خ_ مث): شاهہ عنايت جو ماڳ جتي هُن پنهنجو انقلابي ڪم شروع ڪيو.
- **مارئي** (ا_ خ_ مث): ٿر جو حب الوطنيءَ جو نامور ڪردار
- **ولر** (اسم_ مذ): مال جو ميڙاڪو جيڪو گڏ هلي. تصغير: ولرڙو،ولريو
- **ڪرڙا** (صفت): گڏبي رنگ وارا_ اڇا ڪارا
- **دان** (اسم): عطا_ ڏات_ ڏنل شئي، ڏان
- **ڪُورو** (اسم_ مذ): ٿانون ۾ سرن پچائڻ جو هنڌ. جتي باهہ جرجهي هجي. ج. ڪورا
- **جانبهہ** (اسم_ ع_ مث): جنبہ_ پيهندڙ شئي
- **ڍونگ** (ا_ ع_ مذ): بهانو_ ڪوڙو سانگ
- **ڳجه** (اسم_ ع_ مث): هڪ پکي جنهن لاءِ ڊونڊي پسنديده کاڌو آهي. (ج): ڳجهون
- **ڪپار** (ا_ ع_ مذ): پيشاني_ مٿان مرڪز وارو هنڌ.

سج ڪپار اچڻ_ سج نيزي تي اچڻ.

- **خمير** (ا_ ع_ مذ): مواد جنهن مان ڪا شئي ٺاهي ويندي هجي.
- **سرير** (ا_ ع_ مذ): جسم ۾ روح_ اندر ۾ ٻاهر سمورو
- **وسيهر** (صفت_ مذ): وهہ وارو_ زهريلو
- **ڪنٺلا** (ا_ ع_ مذ_ خ): ڳچيءَ جا زيور. و. ڪنٺلو. مث. ڪنٺي. ج. ڪنٺيون *(اياز)*
- **گورلا** (ا_ ع_ مذ_ خ): ڪراين جا زيور. و. گورلو. *(اياز)*
- **ڪُرَ** (ا_ ع_ مذ): ڪنن جا زيور *(اياز)*
- **ڦوڪارو** (ا_ ع_ مذ): ساهي
- **ڪاڇي مينهن**: ڏڪڻ مينهن *(اياز)*.
- **لُبرڪا**: برسات جو اهو بہ هڪ اُهڃاڻ آهي تہ نانگ ڄيڀ ٻاهر ڪڍي لُبرڪا ڪندو آهي *(اياز)*

*ڏکڻ مينهن نہ وسڻا، وسي تہ ٻوڙي.* **چوٽي** (اياز)

- **ڦونهار**: سنهي بُوند *(اياز)*

# ڪتابيات


1. ڪٿي تہ پيچبو ٿڪ مسافر (آتم ڪٿا) شيخ اياز
2. اکن نيراقليا شيخ اياز
3. تاريخ ريگستان ٻئي ڀاڱا رائچند هريجن
4. ڪرونالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ ايم ايچ پنهور
5. وڄون وسڻ آئيون شاعري شيخ اياز
6. ڪي جو ٻيجل ٻوليو شاعري شيخ اياز


***

# سنڌ سلامت

**www.sindhsalamat.com**

سنڌ سلامت جو مشن ۽ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊيجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو ڪيو آهي ڇو ته تاريخ هميشه انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نه رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ مشاهدن کي ڪي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان جي خواهش هئي ته سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن جن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي پر اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.

۽ اهو سڀ "سنڌ سلامت ڪتاب گهر" ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد ته سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نه صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو پورو پورو ساٿ نڀائيندا.

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book